## ترتيب


1. ڪينجهر ڪي زهر ڪنهن ڏنو؟
2. ٿر ۾ سڀ ڪجهه ٺيڪ پر ميڊيا جو مٿو خراب!
3. بدحال سنڌ تي وارثي جون دعوائون
4. پاڪستان کي فقط پنجاب سمجهڻ نه گهرجي
5. وفاقي ملازمتن ۾ سنڌ جي ڪوٽا نظرانداز
6. عوام جي نالي تي عوام دشمن سياست
7. چچريل لاشن سان ملڪ جا بنياد مضبوط ٿيندا؟
8. ٿر ڪميشن ۽ انساني حياتيون بچائڻ جو سوال
9. ننڌڻڪائي جي احساس ۾ مبتلا ماڻهو
10. سنڌ جي وجود بچائڻ لاءِ لڳاتار جدوجهد جي ضرورت
11. سنڌ جو درد ڪير محسوس ڪندو؟
12. سنڌ ۾ انساني حقن جي پائمالي
13. چچريل لاش ۽ سنڌ اسيمبلي جو ٺهراءُ
14. ڪراچي ۾ دهشتگردي پنيان پرڏيهين جو هٿ
15. سنڌو ۾ پاڻي ڪوٽ سبب تباهيون
16. انصاف جي هر فورم تان مايوس ٿيل سنڌي ماڻهو
17. شگر ملز مالڪن جي هٺ هٺي ۽ پريشان آبادگار
18. نئين ۽ باوقار قيادت کي وانجهيل سنڌ

19. عوام جو دهشتگردن خلاف مزاحمتي مورچو
20. دهشتگردن جون نرسريون ختم ڪرڻ جي ضرورت
21. سنڌ جو وفاق خلاف عدالت ۾ وڃڻ جو اعلان
22. مبارڪون وقت ڪان وٺو
23. ڪالاباغ ڊيم جو نئون رينگٽ
24. ٿر لاءِ اعلان اثر ڇو نہ ٿا ڪن؟
25. سنڌ دهشتگرد ۽ خراب دهشتگرد
26. ڪاش بدنصيب بس جا ماڻهو ڪراچي واسي هجن ها!
27. وفاق ڪي سنڌ ڇو نہ ٿي وڻي؟
28. ڪمند جو بحران ۽ حڪومت جي خاموشي
29. سنڌ ڪي پابندي مڙهيل تنظيمن ڪان بچايو
30. وفاق جا فيصلا سنڌ خلاف ڇو ٿا وڃن؟
31. دهشتگردن جو پوليس خلاف ٽارگيٽيڊ آپريشن
32. ڪمند جو مامرو ۽ سنڌ حڪومت جي بي وسي
33. سنڌ جي آبادگارن جو تاريخي احتجاج
34. سي پي ايل سي ۽ چنائي ڪير آهن؟
35. دهشتگردن جو سنڌ تي حملو
36. سنڌ تي حملو ڪندڙ جا پيرا وزيرستان ۾ ڳولڻ گهرجن
37. سنڌ دهشتگردن جي اطاعت قبول نہ ڪندي
38. سنڌ ۾ امن لاءِ ذارين جي بيدخلي جي ضرورت
39. سنڌ جي وجود ڪي خطرا
40. سنڌ جو دهشتگردن ڪي نياپو
41. دهشتگردن جا حامي ملڪ جا خير خواهہ ٿي نہ ٿا سگهن
42. ٿر ڪول پراجيڪٽ ۽ مقامي ماڻهن جا خدشا

43. بلديا سانحو ۽ عوام جا ڏکندڙ ڏوهه
44. قومي حقن کان انڪار سبب بحران
45. ٿر جي قسمت چو نہ ٿي بدلجي؟
46. سڀ ڳجهہ ظاهر ٿيڻ گهرجن
47. دهشتگردي خلاف عوام جو آواز
48. عوام کان لا تعلق بڻيل حڪمران
49. امڙ جي ٻولي جو ڏهاڙو
50. سنڌي ٻولي ۽ بي وس بڻيل سنڌ حڪومت
51. راڻا ڀڳوان داس هڪ بيباڪ شخصيت
52. سنڌ جو امن ۽ بااثر ماڻهن آڏو بي وس ٿيل پوليس
53. سنڌ ۾ عام شهري جي تحفظ جو سوال
54. بي گناهه شهري قانون لاڳو ڪندڙ ادارن جي نشاني تي
55. افغانين خلاف آپريشن نمائشي نہ هجڻ گهرجي

# ڪينجھر ڪي زھر ڪنھن ڏنو؟

ملڪ جي پاڻي ماھرن ڪينجھر ڍنڍ جو زھريلو پاڻي 2 ڪروڙ 30 لک ماڻھن جي زندگين لاءِ ھاڃيڪار قرار ڏنو آھي. تازو ھڪ خانگي اداري ماھرن جي مدد سان ٻڌايو آھي تہ نوري آباد جي فيڪٽرين جو زھريلو پاڻي ڪينجھر ۾ ڇوڙ ڪرڻ سبب سڄي ڪينجھر زھريلي بڻجي وئي آھي. ڪينجھر جو زھريلو پاڻي ڪراچي، ٺٽو ۽ ڄامشورو جي عوام ڪي پياريو پيو وڃي، جنھن سان ڪيترين ئي بيمارين جنم ورتي رھيون آھن. حمل ۽ منڇر ڍنڍ تہ تباھہ ٿي چڪيون آھن، پر ھاڻي ھٿ سان ڪينجھر ڍنڍ کي بہ تباہ ڪري ڪروڙين انسانن کي زھريلو پاڻي پياري سندن زندگين سان ڪيڏيو پيو وڃي. ماھرن حڪومت کان مطالبو ڪيو تہ معاملي جو نوٽيس وٺي ڪروڙين انسانن جون جانيون بچايون وڃن.

سنڌ جو فطري حسن ڏينھون ڏينھن تباھي ڪنڌي تي پھچي رھيو آھي. حڪومت جي بي ڌياني سبب سنڌ جا ٻيلا، ڍنڍون ڍورا، آبي وھڪرا ۽ تفريحي ماڳ آھستي آھستي ميسارجي رھيا آھن. سنڌ ۾ ماحول کي بچائڻ لاءِ ڪابہ خاطر خواھہ اُپرائي ٿيندي نظر نہ آئي. سنڌ ۾ ڍنڍن جي مالڪي نہ ھئڻ سبب اھي ڏينھون ڏينھن تباھي جي طرف وڃي رھيون آھن. ڍنڍون نہ فقط سياحت بلڪ ماھي گيري جو پڻ اھم ذريعو آھن. سنڌ جي ڍنڍن جي مالڪي ڪرڻ سان ھڪڙي پاسي اسان جا مھاڻا خوشحال ٿيندا تہ ٻي پاسي وري مختلف ھنڌن تي اسان

کي تفريح جا موقعا پڻ ملي سگھندا. مثال طور ڍنڍن ۾ گند گاهه جي صفائي ڪري، اتي مٺي پاڻي جي موجودگي کي يقيني بڻائي سياحت ڪاتي طرفان رهائشي هوٽل ۽ ان سان گڏ ڪي معياري ريسٽورانٽ ناهڻ سان سنڌ جي ماڻهن کي تفريح جا سستا موقعا فراهم ڪري سگهجن ٿا. پر هتي ته ڍنڍون زهريليون بڻجي رهيون آهن.

سنڌ ۾ تقريبن ٻارنهن سُو ڍنڍون موجود آهن ۽ سڌي يا اڻ سڌي طرح ٻارنهن لک ماڻهن جو روزگار انهن ڍنڍن سان ڳنڍيل آهي ۽ اتان ملندڙ مڇي، پڪي، لوڙهه، پٻڻ، ٻهه وغيره سنڌ جي اڪثريت جي خوراڪ جو ذريعو پڻ آهن. اڄڪلهه ماحولياتي تبديلي پوري دنيا جو هڪ اهم مسئلو بڻجي ويو آهي. اسان وٽ ايندڙ ٻوڏون پڻ ماحولياتي تبديلي جو نتيجو آهن. سنڌ جي ڍنڍن خاص طور تي منڇر ڍنڍ جي تباهه حالي کي ٻه ماحولياتي اثرن کان الڳ نه ٿو ڪري سگھجي. ڪينجهر سميت سنڌ جي ٻين ڍنڍن کي تباهي کان بچائي انهن کي ماهيگيري سان گڏ سياحت جا مرڪز ناهڻ گھرجي. جنهن سان هڪ طرف روزگار جا ذريعا پيدا ٿيندا ته ٻئي طرف انهن ڍنڍن کي نئين سر بحال ڪرڻ جو ٻه امڪان پيدا ٿيندو. ڍنڍن سان لاڳاپيل علائقن ۾ ترقي جون نيون راهون کلي سگھنديون.

سنڌ ۾ حڪومت جي بي ڌياني سبب اسان جا تاريخي ماڳ ۽ مڪان تباهه ٿي رهيا آهن. ٿيڻ ته ايئن گھربو هو ته انهن ماڳن مڪانن ۽ ڍنڍن سميت درياهه جي ڪپن تي تفريحي ماڳ قائم ڪيا وڃن ها پر هاڻي ته انهن جي اصلي شڪل جو باقي رهڻ ٻه خطري کان خالي ناهي. جيڪڏهن سنڌ حڪومت ان ڏس

۾ اڳيرائي ڪري تہ هوند سنڌ جي تاريخي حسن ۽ خوبصورتي کي ٻيهر بحال ڪري سگهجي ٿو. ان سان گڏ پرڏيهي سياحن جو سنڌ ڏانهن ڌيان ڇڪائي پرڏيهي ناڻو ڪمائي سگهجي ٿو.

جيستائين ڪينجهر ڍنڍ جو سوال آهي تہ نوري آباد جي فيڪٽرين جو زهريلو پاڻي ڍنڍ ۾ ڇوڙ ٿيڻ سبب نہ فقط هن ڍنڍ جو پاڻي زهريلو بڻجي رهيو آهي، پر ان سان گڏ ڀر پاسي جون زمينون بہ تباهہ ٿي رهيون آهن. جنهن سان هزارين ماڻهن جي جياپي جا ذريعا محدود يا بلڪل ختم ٿي رهيا آهن. حڪومت جيڪڏهن ٿورڙو بہ تحرڪ وٺي تہ هن آفت کي ٽاري سگهجي ٿو. لڪين ماڻهن جيمعيشت تي ايندڙ منڊيئڙو ختم ڪري سگهجي ٿو. فيڪٽرين جو زهريلو پاڻي روڪڻ ڪو وڏو مسئلو ناهي، ان سلسلي ۾ قانون موجود آهن، فقط انهن تي عمل ڪرائڻ جي ضرورت آهي. حڪومت کي ڪينجهر کي زهر ڏيندڙن خلاف تڪڙو ۽ اثرائتو قدم کڻڻ گهرجي.

(**ڇپيل**: 30 **آڪٽوبر** 2014ع)

## ٿر ۾ سڀ ڪجهه نيڪ پر ميڊيا جو مٿو خراب!

سنڌ حڪومت ٿر جي صورتحال بابت انتهائي اهم خوشخبري ڏئي رهي آهي ته ٿر ۾ سڀ خير لڳو پيو آهي. هرويرو ميڊيا جو مٿو اچي ڦريو آهي، جو ٿر جي معاملي تي حڪومتي رنگ ۾ ڀنگ وڌي پئي وڃي. اهو ئي سبب آهي جو پي پي چيئرمين بلاول ڀٽو صاحب ٿر جي معاملي تي وڏي وزير سيد قائم علي شاهه ۽ صوبائي وزير منظور وساڻ کي ڏنل شوڪاز نوٽيس واپس ورتا آهن. بلاول هائوس مان جاري ڪيل بيان ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ميڊيا تي ٿر بابت هلندڙ رپورٽن مطابق شوڪاز نوٽيس جاري ڪيو ويو. جڏهن ته اهي رپورٽون ڪوڙ تي ٻڌل هيون. جنهن سبب نوٽيس واپس ورتو ويو. بيان ۾ وڌيڪ چيو ويو آهي ته پيپلز پارٽي اندروني طور تي معاملي جي جاچ ڪندي ۽ بلاول ڀٽو زرداري معاملي جي ذاتي طور تي نگراني ڪندو. ٻئي طرف ٿر ۾ موت جو راڪاس ڪالهه وڌيڪ 3 حياتيون ڳڙڪائي ويو. ٿر ۾ ڏڪاري حالتون ڏينهون ڏينهن سنگين ٿينديون پيون وڃن، خوراڪ جي کوٽ ۽ علاج جون سهولتون نه هئڻ سبب وڌيڪ 3 ٻار فوت ٿي ويا. جنهن بعد 42 ٻارن سميت فوتين جو انگ 53 ٿي ويو آهي. مٺي جي سول اسپتال ۾ ٽن مهينن جو سنديش ۽ ڏيپلي تعلقي جي مختلف ڳوٺن ۾ هڪ هڪ ڏينهن جا ٻه ٻار فوت ٿي ويا. جڏهن ته ڪيترائي ٻار علاج هيٺ آهن. حڪومتي دعوائن کي هڪ

طرف رکي جيڪڏهن ٿر جي ماڻهن جا رايا ۽ ڏک ٻڌجن تا ته لڳ ڪاندارجي وجن ٿا. ڏڪار متاثرن جو چوڻ آهي ته علاج جون سهولتون شهري علائقن تائين محدود آهن. ٻهراڙي وارن علائقن ۾ ڪي به امدادي سرگرميون شروع نه ڪيون ويون آهن.

سنڌ حڪومت ٿر واسين جي کهڙي خدمت ڪري رهي آهي. ان جو ڪالهه وڏيڪ ڦاٽ ڦاٽي پيو آهي. ٻڌايو پيو وڃي ته سنڌ سرڪار امدادي ڪم جي نالي تي مٽي سان پريل ڪٽڪ جون ٻوريون ٿر پهچايون آهن. ڪالهه جڊيشل مئجسٽريٽ مٺي ۽ ريلف انسپيڪٽر جي گودام تي ڇاپي دوران مٽي سان پريل 292 ٻوريون پڪڙيون ويون. ذريعن موجب مٺي جي رليف ڪٽڪ گودام ۾ ڄامشورو جي بولاڙي گودام مان آندل ڪٽڪ جي ٻورين مان 292 ٻوريون اهڙيون نڪتيون جن ۾ مٽي پريل هئي، جيڪي غريبن ۾ ورهايون وڃن ها. اطلاع ملڻ تي رليف انسپيڪٽر ميان سعد رباني ۽ جڊيشل مئجسٽريٽ مٺي گودام تي ڇاپي دوران مٽي سان پريل 292 ٻوريون هٿ ڪري ورتيون. گودام انچارج مطابق 4 نومبر تي ڄامشورو جي بولاڙي گدام مان ڪٽڪ جون 4895 ٻوريون مٺي آنديون ويون جن مان 292 ٻوريون مٽي سان پريل ڪٽڪ جون هيون. جڏهن ته ان حوالي سان خوراڪ کاتي جي ڊائريڪٽر کي اطلاع ڏنو ويو هو ۽ ٻن ڏينهن تائين ٻورين سان پريل ٽرڪ گودام جي ٻاهران بيٺل رهيون. جڏهن ته اعليٰ عملدارن جي دٻاءَ تي مٽي سان پريل ٻوريون گودام ۾ رکيو ويون. ٻئي پاسي ڊپٽي ڪمشنر ٿرپارڪر آصف جميل گودام پهتو ۽ سڄي ذميواري خوراڪ

کاتي تي وجهندي چيو تہ کٽک جي فراهمي جي ذميواري
خوراڪ کاتي جي آهي. جڏهن تہ خراب کٽک کي جدا کيو
ويو آهي، جيڪا جلد واپس اماڻي ويندي. جڏهن تہ صاف کٽک
منجي تعلقي جي 1200 خاندانن ۾ ورهائي ويندي.

ٿر ۾ موت جو راڪاس ڦيرا پيو ڏئي، پر اسان جا
حڪمران 67 سالن کان ٿر جي قسمت بدلائڻ لاءِ حڪمت عملي
جوڙڻ ۾ پورا آهن. اهو ئي سبب آهي جو ڪالهہ پيپلزپارٽي
سنڌ جي جنرل سيڪريٽري سينيٽر تاج حيدر چيو آهي تہ
حڪومت ٿرپارڪر ۾ هڪ منظم حڪمت عملي تحت رليف ۽
ڊيولپمينٽ پروگرام تي ڪم ڪري رهي آهي. اسان جي غلطي
جي ڪري ميڊيا ۾ خبرون شايع ٿيون چو تہ اسان بروقت آگاهہ
نہ ڪري سگهياسين. سينيٽر تاج حيدر جو چوڻ آهي تہ
ٿرپارڪر جو سڀ کان وڏو مسئلو پاڻي جي کوٽ آهي. اسان
هن مسئلي جي حل لاءِ زمين اندر پاڻي کي استعمال ۾ آڻڻ لاءِ
مختلف پروجيڪٽس تي ڪم ڪري رهيا آهيون. صوبائي وزير
جام مهتاب ڏهر ٿر ۾ غذائي کوٽ جي ڪري موت جي ترديد
ڪندي ٻڌايو ٿر ۾ ٻارڙن جو موت ناتجربيڪار داين ۽ وقت
کان اڳ پيدائش سان ٿيو آهي. حڪمرانن جو ٿر بابت موقف
سڄي سنڌ تي ٺٺولي ڪرڻ برابر آهي. ميڊيا جيڪڏهن خاموش
بہ ڪئي وئي پوءِ بہ ٿر جي معصوم ٻارن جو پرواز ٿيندڙ ساهہ
حڪمرانن کي سک سان سمهڻ نہ ڏيندو.

(**چيچل:** 2 نومبر 2014ع)

# بدحال سنڌ تي وارثي جون دعوائون

منهنجي سنڌ جي مڙني خوبين کي گرهڻ لڳي چڪي آهي. جنهن سنڌ ۾ نياڻين کي ست قرآنن جي برابر سمجهو ويندو هو . جتي ماڻهو پنهنجون نياڻيون ڀين کي سام طور ڏيندا هئا .انهن جي حفاظت لاءِ ماڻهو پنهنجا سر قربان ڪندا هئا . اتي اڄ نياڻين کي زبردستي اغوا ڪري بندوق جي زور تي سندن مذهب مٽايو وڃي ٿو. سندن ننڍپڻ ۾ بي جوڙ شادي ڪرائي وڃي ٿي. ڪيس پنهنجي ذاتي مفادن خاطر قتل ڪيو وڃي ٿو. ڏنڊ ۾ ڪنهن جانور وانگر پنهنجي مخالف حوالي ڪيو وڃي ٿو. جتي چوري عيب هئي ، قتل پاپ هو ،جت حڪمران عوام جي جان مال جي حفاظت جا ذميوار هئا . اها سنڌ خبر ناهي ڪاڏي هلي وئي . هتي ته ڪوڙي انا ۽ معتبري لاءِ نياڻي جانورن وانگر ذبح ڪيون وڃن ٿيون . ماڻهن جي ملڪيت ڦُري وڃي ٿي . ٻارڙا اغوا ٿين ٿا .هر طرف ڪوس ۽ قتل عام آهي، ائين ٿو محسوس ٿئي ته ڄڻ سنڌ مقتل گاهه آهي. جتي سواءِ جلاد جي ٻئي ڪنهن کي ڪا به آزادي ناهي. ڄڻ سنڌ ۾ماڻهو پاڻ ڏاڍن جي غلامي لاءِ پيدا ٿيو آهي .اهڙي ڪيفيت ۾ ماڻهو جيئن ٿا اها وڏي ڳالهه آهي . اها حالت ان ڪري آهي ته سنڌ هڪ هنڌ بيهي رهي آهي . جنهن جي ڪري ماڻهو سخت مايوسي وارين صورتحال مان گذري رهيا آهن. جن فردن، گروهن  کي اها حالت نظر اچي ٿي اهي ان کي جيئن جو تيئن بيان ڪن ٿا ته اجا وڌيڪ خوف پيدا ٿئي ٿو. ان خوف

مان جان بہ تڏھن ڇٽندي جڏھن اسان ان راڪاس کي نروار
ڪنداسين . ان تي چڙھيل منافقي واري چادر لاھينداسين تہ
عوام منجھہ اعتماد وڌندو . اھي ھن مايوسيءَ واري اونداھي
کڏ مان ٻاھر نڪري ايندا يا نڪرڻ جي جدوجھد ڪندا . ھن
وقت ھر طرف جيڪا نراسائي آھي..

سنڌ ۾ ھر طرف ڦرلٽ جي بازار گرم آھي. چوندبيل
توڙي اڻ چوندبيل بااثر عوام جي مال تي ڇتن ڪتن وانگر
وڙھي رھيا آھن. عوام سان دوستي جون دعوائون بہ ان مال تي
ڦرلٽ جو حق حاصل ڪرڻ جي ڪوشش آھي. سنڌ ۾ اربين
رپيا رقم جيڪا ترقياتي ڪمن لاءِ ھر سال رکي وڃي ٿي اھا
خرچ ڪٿي ٿئي ٿي . ڪيئن ٿئي ٿي . انھن ڪان پڇاڻي وارو
ڪير بہ ناھي تہ اوھان اھا رقم ڪيئن تا خرچ ڪريو . ھن وقت
حالت آھي تہ ڪنھن بہ شھر يا ڳوٺ ۾ ڪو بہ ترقياتي ڪم نہ
ٿي رھيو آھي.

سنڌ ۾ امن امان جي حالت اھا آھي جو اجا سج ئي نٿو
لھي تہ ننڍن يا وڏن شھرن کي ملائيندڙ روڊ ويران ٿي وڃن ٿا .
ٻھراڙين مان شھرن ڏانھن اچ وڃ بند ٿي وڃي ٿي . سج لھڻ
کانپوءِ چور ، لوفر ، ڌاڙيل ۽ پوليس روڊن تي نظر اچن ٿا .
پوليس ماڻھن کي روڪي چوي ٿي تہ اڳئتي نہ وڃو . وڃو ٿا تہ
پنھنجي ذميواري تحت وڃو . ڦري ويو يا اغوا ٿي ويو تہ ان ۾
اسان جو ڪجھہ نہ وڃي. پوليس جي حالت اھا آھي تہ ڪو بي
پھچ ماڻھو ڪنھن جي خلاف دانھين ٿئي ٿو تہ پوليس ان کي
چوي ٿي تہ اھي ڏوھاري آھن انھن مٿان ڪيترائي ڪيس داخل
آھن اسان ھلئون ڪو جھيڙو ٿيو تہ ان جاذميوار بہ اوھان

فريادي آهيو. ائين سنڌ جو ڪو بہ روڊ محفوظ ناهي. ٻين ضلعن ڪان ڪراچي اچڻ لاءِ نيشنل هاءِ ويز تي پوليس ڪانوائي ۾ سفر ڪرڻو پوي ٿو. ان باوجود روزانو مسافر ڪوچون، بسون ڪارون ڦرجي رهيون آهن . اغوائون ٿي رهيون آهن . شهرن جي حالت هي آهي تہ پوليس ۽ رينجرس جو آپريشن هلي رهيو آهي ان هوندي گادي واري شهر ۾ روزانو 10ڪان 15 ماڻهو قتل پيا ٿين . قاتل گرفتار نٿا ٿين. چاڪاڻ تہ حڪمرانن جو رياست جو ڪاروهنوار هلائيندڙ انتظاميا جو عوام سان ڪو بہ لاڳاپو يا واسطو ناهي . انهن جو ڌوهارين سان مفاهمتي رشتو آهي. مظلوم عوام سان هو ڪنهن بہ قسم جي مفاهمت ڪرڻ نٿا چاهين. سنڌ مڪمل طور تي يرغمال بڻيل آهي .۽ جيئن ئي سج لهي ٿو تہ سنڌ ۾ زندگي بيهي رهي ٿي. ان باوجود سنڌ تي سياسي مالڪي جون دعوائون جاري آهن. ڪنهن کي بہ سنڌ جي سياسي ميدان ۾ داخل ٿيڻ نہ ڏنو ويندو، چاڪاڻ تہ سنڌ اسان کي وراثت ۾ مليل آهي. ان تي ڪنهن جي بہ وارثي قبول نہ ڪئي ويندي. هر وارو اسان جو هوندو. هن محڪوم ۽ گگدام ماڻهن تي حڪمران جو حق ڏٽي سڀُوري فقط اسان کي ئي ڏنو آهي. انهن دعوائن کي فقط عوام ئي للڪاري سگهي ٿو ۽ ڪوڙو قرار ڏئي سگهي ٿو. فقط ٿوڙي همت جي ضرورت آهي.

(**چيپل**: 24 نومبر 2014ع)

# پاڪستان کي فقط پنجاب سمجهڻ نہ گهرجي

وفاقي حڪومت انڪشاف ڪيو آهي تہ ملڪي گئس پيداوار ۾ 69 سيڪڙو پيداوار ڏيندڙ سنڌ کي پيداوار مان 45 سيڪڙو، جڏهن تہ ملڪي پيداوار جو 4 سيڪڙو اپت ڏيندڙ پنجاب صوبي کي جملي گئس پيداوار جو 41 سيڪڙو گئس فراهم ڪئي پئي وڃي. ملڪ اندر گئس جي گهرج 6 بي سي ايف ۽ پيداوار 4 بي سي ايف آهي، هن وقت ملڪ اندر 2 بي سي ايف (2 ارب ڪيوبڪ فوٽ) جي کوٽ آهي، وفاقي ڪامورن موجب 18 هين ترميم بعد جوڙيل پاليسي ۾ فيصلو ڪيو ويو آهي تہ هر صوبو پنهنجي پنهنجي هڪ هڪ رفائنري قائم ڪندو، هن ٻڌايو تہ انرجي مڪس جو 01-2000ع ۾ استعمال 4 ڪروڙ 45 لک ٽن هو جيڪو 12-2011ع ۾ وڌيڪ 6 ڪروڙ 50 لک ٽن تي ويو، انهي عرصي ۾ گئس جو مجموعي استعمال 41.7 سيڪڙو کان وڌي 50.5 سيڪڙو، جڏهن تہ تيل جو استعمال 43.5 کان گهٽ ٿي 30.7 تي پهتو آهي، ملڪي ضرورت

جو رڳو 15 سيڪڙو تيل ملڪ مان پيدا ٿئي ٿو، جڏهن ته 85 سيڪڙو امپورٽ ڪيو وڃي ٿو، پاڪستان جي ڪل امپورٽ بل ۾ 40 سيڪڙو خرچ تيل جو هجي ٿو. هن ٻڌايو ته ملڪي ضرورت ۾ ايندڙ 38 سيڪڙو ڪوئلو ملڪ مان جڏهن ته 62 سيڪڙو ڪوئلو امپورٽ ڪيو وڃي ٿو. هن ٻڌايو ته ڪي پي ڪي صوبي مان 36 هزار 800 بيرل تيل۽ 384 ايم ايم سي ايف ڊي گئس پيداوار ٿئي ٿي. بلوچستان ۾ امن امان ڪري 16بلاڪ بند آهن، بلوچستان مان 5.3 بيرل تيل ۽ 741 ايم ايم سي ايف ڊي گئس ملي ٿي. پنجاب ۾ 25 ڏنل لائسنس مان 10 غير فعال آهن، اتان 13 هزار 593 بيرل تيل ۽ 183 ايم ايم سي ايف ڊي گئس ملي ٿي، هن چيو ته سڀني صوبن مان سنڌ سان وڏيڪ تيل ۽ گئس حاصل ڪرڻ ۾ ڪاميابي ٿي آهي، سنڌ صوبو مجموعي گئس پيداوار جو 69 سيڪڙو ڏئي رهيو آهي، سنڌ ۾ 51 لائسنس ۽ 104 ليزون ڏنل آهن، سنڌ ۾ رڳو 7 هنڌ غير فعال آهن، سنڌ مان روزانو 30 هزار 912 بيرل تيل جڏهن ته 2821 ايم ايم سي ايف ڊي گئس ملي رهي آهي.

پاڪستان نهڻ کان وٺي سنڌ جا معدني وسيلا تيل، گئس ۽ ڪوئلو هتان جي ماڻهن جي ملڪيت تسليم نه ٿي ڪئي وڃي. قدرت اهي نعمتون جن ماڻهن کي عطا ڪيون آهن، انهن کان انهن کي محروم ڪيو ويو آهي. پاڪستان نهڻ کان وٺي هيل تائين سنڌ جي تيل، گئس، بجلي، بندرگاهه ۽ بين گذرسفر جي وسيلن تي هڪ مخصوص گروهه قابض آهي. ان قبضي ڇڏائڻ لاءِ سنڌ جا ماڻهو هر دور ۾ پرامن ۽ جمهوري انداز ۾ جدوجهد ڪندا آيا آهن، پر ان جو حڪمران نوٽيس وٺڻ

لاءِ تيار ناهن. حڪومت ڪٽي ڪنهن جي به هجي پر سنڌ جي ماڻهن کي سک نصيب نٿو ٿئي. پاڪستان ٺهڻ کان وٺي اهي سورن ۾ زندگي گهاري رهيا آهن، دانهون ڪوڪون ڪرڻ جي باوجود انهن جي ڪيس جي شنوائي ئي نٿي ڪئي وڃي. سنڌ مان نڪرندڙ تيل ۽ گئس جا زخيرا به مال غنيمت سمجهي استعمال ڪيا پيا وڃن.انهن جو ڦل جيڪو مڪاني ماڻهن کي ملڻ گهرجي، اهو ملڻ ته ٺهيو پر جيڪي قانوني طور تي ناهه ڪيا ويا آهن انهن تي به عمل نه پيو ڪيو وڃي. وفاق جي ان روش سان محبتون وڌي نه ٿيون سگهن، پر نفرتن جون ڇيڇون سڀ ڪجهه ساڙي رک ڪري سگهن ٿيون.

(**چيپل**: 24 **نومبر** 2014ع)

## وفاقي ملازمتن ۾ سنڌ جي ڪوٽا نظرانداز

سنڌ جي وڏي وزير سيد قائم علي شاھ وزير اعظم کي خط لکي مطالبو ڪيو تہ سنڌ کي آبادي مطابق وفاقي نوڪرين ۾ حصو ڏنو وڃي ، آئين صوبن کي آبادي جي بنياد تي وفاقي نوڪرين ۾ ڪوٽا ڏئي ٿو جيڪا بدقسمتي سان سنڌ کي نٿي ملي .وفاقي ڪاموراشاهي ۾ سنڌ جي نمائندگي اٽي ۾ لوڻ جي برابر آهي . هن خط ۾ چيو آهي تہ اهل آفيسرن کي نوڪرين ۾ انهن جو حق ڏنو وڃي . سنڌ حڪومت جي ذريعن موجب وفاقي ڪاموراشاهي ۾ ڪجھ آفيسر سنڌ جي آفيسرن جي ترقي ۾ رڪاوٽ آهن ڪجھ مهينا اڳ فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن پروموشن بورڊ طرفان 20 گريڊ مان 21 گريڊ ۾ ترقيون ڏيڻ جي سفارش ڪئي وئي . پر وزير اعظم طرفان سنڌ جي آفيسرن کي ترقي کان نااهل قرار ڏنو ويو هو .ان کانپوءِ وزير اعظم جي فيصلي خلاف آفيسر عدالت ۾ ويا تہ عدالت انهن جي حق ۾ فيصلو ڏنو ، ان فيصلي خلاف حڪومت وفاقي سرڪار اپيل ۾ ويل آهي جنهن جي ڪري ڪيس عدالت ۾ هجڻ سبب ڪيترن ئي مهينن کان آفيسرن جي ترقي جو معاملو اٽڪيل آهي .هن وقت صوبائي سيڪريٽرين ۽ چيف سيڪريٽرين ۾ صرف نالي ماتر سنڌ جا

آفيسر موجود آهي 20 کان 21 گريڊ جي ترقين جو معاملو حل ٿئي ته سنڌ جا آفيسر به ترقيون حاصل ڪندڙن ۾ شامل ٿي ويندا.

سنڌ جا ماڻهو ڪافي وقت کان ان ڳالهه جي شڪايت ڪري رهيا آهن ته گذريل ڪجهه ڏهاڪن کان وفاقي ملازمتن ۾ سنڌ جي ڪوٽا تي عمل نه پيو ڪيو وڃي. وفاقي ادارن سميت ڪارپوريشنن، ملٽي نيشنل ڪمپنين ۾ به سنڌي ملازم مقرر ڪرڻ کان به انڪار ڪيو وڃي ٿو. پي آءِ اي، نيشنل شپنگ ڪارپوريشن، دفاع جا ادارا، پرڏيهه ۾ سفارتڪارن جي مقرري ۾ سنڌي ماڻهو مڪمل طور تي نظرانداز ڪي اپيا وڃن. ڪيپيٽل ڊولپمينٽ اٿارٽي (سي ڊي اي) ۾ به ملازمتن ۾ به اڪيائي فقط سنڌين سان آهي. وڏن عهدن تي به هڪ سنڌي ناهي. سي ڊي اي نيشنل باڊي آهي، هر صوبي جا ماڻهو ڪوٽا موجب هئڻ گهرجن، پر سي ڊي اي ۾ سينيئر توڙي جونئير پوسٽ تي هڪ به سنڌي ناهي. وفاقي سيڪريٽرين ۾ به فقط هڪ صوبو نظر اچي ٿو.

ٻين صوبن مان لکين ماڻهو اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا، جن سنڌ جو ڊوميسائيل ٺهرائي سنڌ ۽ وفاق جي ملازمتن ۾ سنڌ جي ڪوٽا تي اچي قبضو ڪيو آهي. وفاقي کاتن توڙي خودمختيار ڪارپوريشنز ۾ سنڌ جي ڪوٽا تي ٻين صوبن جي ماڻهن کي ملازمتون ڏنيون ويون، جن ۾ سئي گئس، آئل اينڊ گئس ڪارپوريشن، پي آءِ اي، پي آءِ ڊي سي ۽ بينڪون شامل آهن.1973ع جي آئين تحت وفاقي ملازمت ۾ سنڌ جي رکيل ڪوٽا کي هميشه نظرانداز ڪيو ويو، خاص طور آمريت جي

دور ۾ سنڌين کي جاهل ۽ نااهل سمجهي وفاقي ۽ خودمختيار ادارن جي ملازمت کان محروم رکيو ويو. سنڌ سان ٿيل انهن ناانصافين جو ذميوار سنڌ مان چونديل سينيٽ ۽ قومي اسيمبليءَ جا نمائندا آهن، جن جي اڪثريت صرف پنهنجا ذاتي مفاد حاصل ڪندي رهي ۽ پنهنجا نوازيندي رهي، پر سنڌين جي مجموعي مفادن لاءِ چپ چورڻ لاءِ تيار نه آهي . هن وقت سنڌ ۾ آئل اينڊ گئس ڪارپوريشن ۾ جيڪي سنڌ جا ملازم ڪانٽريڪٽ تي رکيل آهن، اهي گذريل هڪ سال کان احتجاج ڪري رهيا آهن ته کين پڪو ڪيو وڃي، ڪافي پيرا انهن فيلڊس ۾ ڊرٽو هٽي پيداوار به بند ڪئي، پر حڪومت طرفان ڪا توجهه نه پئي ڏني وڃي. جيئن ته آئل اينڊ گئس ڪارپوريشن جو هيڊ ڪوارٽر اسلام آباد ۾ آهي، ان ڪري آفيسرن جي اڪثريت جو تعلق به پنجاب سان آهي. اصولي طور تي جتي اهي آئل فيلڊس آهن، انهن علائقن جي ماڻهن کي ملازمتن تي رکيو وڃي، پر افسوس ته هنن فيلڊس ۾ چوڪيدار ۽ پٽيوالا به پنجاب، سرحد ۽ ٻين علائقن مان آندا وڃن ٿا. هن وقت سنڌ ۾ پ پ جي حڪومت آهي، تنهنڪري ان جو اخلاقي فرض بڻجي ٿو ته، حڪومت سنڌين سان روزگار جي معاملي ۾ ٿيندڙ زيادتين جو تدارڪ ڪري. ان معاملي تي وفاق کي هڪ خط لکڻ ڪافي ناهي، پر هر سطح تي احتجاج ڪري وفاقي ملازمتن ۾ سنڌ جي جائز ڪوٽا تي عمل ڪرايو وڃي.

(چيپيل: 26 نومبر 2014ع)

# عوام جي نالي تي عوام دشمن سياست

عوام جي درد ۾ بي حال ٿيندڙ سياستدان عوام جي نالي تي ڌرڻن ۽ جلسن جا منڊل مچايو وينا آهن. حڪمران به ساڳي ڳالهه ڪن ٿا ته هو ماڻهن جي مينڊيٽ تي حڪومت ۾ اچي عوام جي بهتري ۽ بهبود لاءِ رات ڏينهن ڪوشش ۾ مصروف آهن، پر هن ملڪ جا ويچارا ماڻهو اهو عوام ڳولهي رهيا آهن، جن جي دک ۽ درد سياستدانن جون ننڊون ڦٽائي ڇڏيون آهن ۽ هو هڪ ٻئي خلاف فقط ئي فقط عوام جي محبت ۾ برسرپيڪار آهن. اهو عوام خبر ناهي ڪهڙي خوش نصيب ملڪ جو آهي، جنهن جي لاءِ اسان جا حڪمران ۽ سياستدان پنهنجي جان جي بازي لڳائڻ جي دعوىٰ ڪندا رهيا آهن. ڇاڪاڻ ته پياري پاڪستان جو عوام ته سندن ايجنڊا تي آهي ئي ڪونه. مسڪين ماڻهو ته هر دور ۾ عذاب ۾ مبتلا رهيا آهن. حڪومت ڪنهن جي به هجي، ڪهڙي به منشور تحت عوام کان ووٽ ورتا ويا هجن، پر هن ملڪ جي عوام جي صحت ۾ ڪا به بهتري نه آئي آهي. هن وقت ملڪ منجهه وڌندڙ مهانگائي عوام جو جيئڻ تان ارواح ئي ڪٽائي ڇڏيو آهي. مهانگائي عوام منجهه مايوسي پئدا ڪندي آهي ۽ جڏهن عوام منجهه مايوسي انتها تي پهچندي آهي ته پوءِ ان منجهان خونريز

انقلاب جنم وٺندا آهن، جيڪي بيوس ماڻهو پنهنجن هٿن سان پاڻ يا پنهنجن ٻچن کي جيئري مارڻ واري حد تي وڃي پهچندا آهن، سي آخر ۾ ڪنهن ٻئي جي جان وٺڻ ۾ به دير نه ڪندا آهن. شايد حڪمرانن کي دنيا اندر آيل انقلابن جو تدارڪ ناهي. هن وقت پياري پاڪستان جي معيشت تيزي سان تباهي ڏي رهي آهي. تيزي سان وڌندڙ معاشي زوال جي ڪري سڄو نظام ڏانوانڊول ٿي رهيو آهي. بي روزگاري، بک ۽ بدحالي سبب ماڻهن ۾ ويڳاڻپ وڌي رهي آهي. انساني رشتن ۾ اوپرائپ ان ئي بدحالي جو نتيجو آهي. ماڻهو شديد نفسياتي دٻاءُ سبب پنهنجن زندگين جا ڏيئا اجهائي رهيا آهن.

هن ملڪ جا غريب ماڻهو روزگار جي ڪا به اميد نه ڏسندي خودڪشين تي مجبور آهن. خاص ڪري وچولو طبقو وڏي آزار ۾ آهي ، جيڪو نه ته هيٺين سطح تي وڃي سگهي ٿو ۽ نه وري مٿي وڃڻ لاءِ ڪيس موقعا ميسر آهن. موجوده سرمائيداري ۽ جاگيرداري نظام ۾ امير جيئن پوءِ تيئن امير ٿي رهيا آهن ۽ غريب 2 ويلن جي ماني لاءِ به پريشان آهن. غريب طبقي لاءِ تعليم، سٺي صحت جون سهولتون، آرام ۽ آسائش ته خواب بڻجي ويا آهن. هو ته فقط ان اڻ تڻ ۾ آهن ته پنهنجو پاڻ کي ڪيئن زنده رکن. پنهنجي خاندان کي عزت پريو جياپو ڪيئن ڏيارين. عوام ذلتن جي اونهي اوڙاهه ۾ غرق ٿيندو پيو وڃي. هن وقت ملڪ جي پرندڙ سماج ۾ ڪيئن ۽ ڪهڙي تبديلي آڻجي، ان لاءِ نه ته ڪا سنجيده سياسي قيادت موجود آهي ۽ نه وري ڪنهن پارٽي وٽ اهڙو پروگرام آهي. اسان جي سياستدانن طرفان تبديلي جي ڳالهه ڄڻ ته ٺٺولي

ٻڌجي وئي آهي. عظيم آدرشن ۽ جرئتمندي واري سوچ سان نفرت جو اظهار ڪيو وڃي ٿو. سنجيده تبديلي جي ڪنهن بہ خيال کي بدلائڻ واري سوچ ۽ ڳالهہ کي قبول ڪرڻ بدران ان تي ٺٺولي ڪئي وڃي ٿي. سرمائيداري نظام ۽ ان جي پرجهلو ٻٽيل جاگيرداري ۽ قبيلائي سسٽم عوام کي مدي خارج رسمن جي قيد ۾ بند ڪري ڇڏيو آهي. عوام وٽ هڪڙي پنجوڙ مان نڪري ٻئي ڪوڙڪي ۾ ڦاسائڻ ڪانسواءِ ڪو بہ چارو ناهي. ساڳيا چهرا پارٽيون بدلائي، وفاداريون تبديل ڪري نون نعرن سان عوام کي بي وقوف بڻائي رهيا آهن. هن ملڪ ۾ جمهوريت ۽ اليڪشن ذريعي تبديلي هڪ خواب بڻجي ويو آهي. پلي جو مهانگائي پوريءَ دنيا جو مسئلو آهي، پر ٻين مُلڪن ۾ واپارين توڙي ٽرانسپورٽرن کي اهڙي ڇوٽ هرگز ناهي هوندي، جهڙي هتي جي واپارين کي مليل آهي. هتي جا واپاري هر پندرهين ڏينهن تيل جي قيمتن ۾ واڌ جو بهانو بڻائي شين جا اگهہ وڌائيندا رهن ٿا پر قيمتن کي ڪنٽرول ۾ ڪرڻ وارا ادارا اهڙي تہ اگهور ننڊ ستل آهن جو سندن سجاڳيءَ جو پري پري تائين امڪان نظر نٿو اچي ۽ ائين نظر اچي رهيو آهي تہ سرڪار پاڻ بہ اهوئي چاهيندي هجي تہ پل قيمتون وڌنديون ئي رهن. اسلام آباد جي ايوانن يا انهن کان ٻاهر جيڪا جنگ وڙهي پئي وڃي. ان لاءِ نالو تہ عوام جو ورتو وڃي ٿو، پر اهو عوام شايد هن ملڪ جو نہ پر ڪنهن ٻئي سياري جي مخلوق هجي.

(ڇنڊڇاڻ: 26 نومبر 2014ع)

## چچريل لاشن سان ملڪ جا بنياد مضبوط ٿيندا؟

بلوچستان بعد سنڌ ۾ به ڪنيي گم ڪرڻ بعد قومي ڪارڪنن جا چچريل لاش ملڻ جو سلسلو تيز ٿي ويو آهي. ڪالهه حيدرآباد مان اٽڪل ماڻهن پاران ڪنيي گم ڪرڻ بعد جسمم اڳواڻ آصف پنهور جو چچريل لاش باقراڻي پرسان هٿ آيو آهي. گذريل رات دير سان باقراڻي جي ڳوٺ شير محمد جتوئي پرسان هٿ آيل لاش جي سڃاڻپ جسمم جي گم ڪيل اڳواڻ آصف پنهور طور ڪئي وئي. اطلاع ملڻ تي پوليس پهچي مقتول قومپرست اڳواڻ جو لاش چانڊڪا اسپتال نيو ويو، جتي سندس پوسٽ مارٽم ڪيو ويو. مقتول آصف پنهور جو لاش سندس ڀاءُ راشد پنهور وصول ڪري گولاڙچي روانو ٿي ويو. وارثن جو چوڻ آهي ته آصف پنهور کي 100 ڏينهن اڳ حيدرآباد مان ڪنيي گم ڪيو ويو هو. مقتول قومپرست اڳواڻ آصف پنهور کي گولاڙچي پرسان اباڻي قبرستان ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو. هوڏانهن قومپرست اڳواڻ آصف پنهور جي قتل خلاف مختلف شهرن ۾ احتجاجي مظاهرا ڪري ڌرڻا هنيا ويا آهن.

آصف پنهور جي چچريل لاش کان اڳ بہ ڪيئي سنڌي نوجوانن جا لاش ملندا رهيا آهن. پاڪستان ۾ اهي گمشدگيون اڄ جو قصو ناهن. نہ رڳو پاڪستان دنيا جي خطي تي واحد ملڪ آهي، جتي ماڻهن کي جبري طور اغوا ڪري گم ڪرڻ بعد سندن وارثن کي تحفي ۾ لاش ملن ٿا، پر مختلف ملڪن ۾ ماڻهن کي زوريءَ گم ڪري ماري خون ہوڙي ڇڏڻ وارو قصو عام آهي. صرف اهي ئي ملڪ نہ، سڄي دنيا تي بادشاهيءَ جا خواب ڏسندڙ آمريڪا ۾ بہ ائين ٿئي ٿو، جنهن تي بہ دهشتگرديءَ خلاف جنگ ۾ ڪيترائي ماڻهو گم ڪرڻ جو الزام آهي. سنڌ ۾ روزانو اها صورتحال بد کان بدتر ٿيندي پئي وڃي. حسن ناصر کان وٺي اڄ تائين سوين سياسي ۽ قومي ڪارڪنن جي گمشدگي ۽ چچريل لاشن جي تاريخ رت هاڻي آهي. انهيءَ وچ ۾ ڪيتريون ئي چونڊيل حڪومتون آيون ويون پر انهن سيني کي انهن مضبوط گم ڪندڙ هٿن جي ڏٺين هڪ لڪير ڪڍي انهيءَ جي ہي پر بيهاري ڇڏيو آهي. سنڌ ۽ بلوچستان مان گم ٿيلن جو حساب ڪتاب ڪنهن وٽ بہ ناهي. ائين ناهي تہ ڪنهن کي خبر ڪانهي، خبر سيني کي آهي پر ڪير ڪجهہ عملي طور ڪرڻ جي پوزيشن ۾ ناهي رهيو. گم ٿيل ماڻهن جي وارثن وٽ ڪهڙيون درد ڪهاڻيون آهن، ڪير انهن کي ٻڌڻ ۽ محسوس ڪرڻ جي لاءِ تيار ناهي. سپريم ڪورٽ ۾ گم ٿيل ماڻهن جا ڪيس بہ رولڙي جو شڪار آهن، 2007ع کان تيزيءَ سان هلندڙ ڪيسن ۾ نہ گمشدگين بابت رياست جي پاليسي تبديل ٿي، نہ وري انهن ادارن کي ڪنٽرول

تي سگهيو، نہ وري انهيءَ تعداد ۾ گهٽتائي اچي سگهي، گمشدگين جو سلسلو جاري آهي.

شڪ جي بنياد تي ماڻهن کي ڪنهن گم ڪرڻ يا ماري ڇڏڻ وارن کان ڪير پڇڻ وارو ناهي. پاڪستاني عدالتن ۾ گم ٿيل ماڻهن جا ڪيس هلندي بہ سال لنگهي ويا، پر سوين هزارين اهڙن ڪيسن مان هڪ بہ ڪيس ۾ اختيارين اها رپورٽ ناهي ڏني تہ ڪين انهن ڪٿي گم ڪيو، جن وٽ ڪو اختيار نہ هو يا سندن اهو ڪم غير قانوني هو. سپريم ڪورٽ جبري گمشدگين جي حوالي سان اهو واضح ڪري چڪي آهي تہ وٽن سوين شاهديون آهن تہ ماڻهن کي گم ڪرڻ جي پويان اهي ملوث آهن، جن وٽ ائين ڪرڻ جو ڪنهن قسم جو ڪو اختيار ناهي، پوءِ بہ عدالتون پاڻ کي بي وس سمجهن ٿيون. جيڪڏهن ڪير واقعي بہ ايترو ڏوهي آهي، غدار آهي، باغي آهي تہ انهيءَ جي لاءِ قانون ۾ سزا بہ موجود آهي، انهيءَ تي ڪيس هلائڻ کان ڇو ٿو لنوايو وڃي. بنا ثبوتن جي ماڻهن کي گم ڪرڻ، ٽارچر سيلن ۾ واڙڻ، بعد ۾ سندن ڇچڙيل لاش اڇلڻ سان نہ تہ ملڪ جا بنياد مضبوط ٿيندا ۽ نہ وري ماڻهن جي دلين ۾ ڪا محبت پيدا ٿيندي.

(ڇپيل: 28 نومبر 2014ع)

## ٿر ڪميشن ۽ انساني حياتيون بچائڻ جو سوال

سنڌ جي وڏي وزير سيد قائم علي شاهہ ٿر جي صورتحال کي نظر ۾ رکندي 2 رڪني جاچ ڪميشن قائم ڪري ڇڏي آهي. ان ٻہ رڪني جاچ ڪميشن جو چيئرمين، جسٽس (ر) غلام سرور ڪورائي ۽ ميمبر ڊسٽرڪٽ اينڊ سيشن جج (ر) ارجن رام کي مقرر ڪيو ويو آهي. ٿر جي صورتحال تي قائم ڪيل اها ٻہ رڪني جاچ ڪميشن 30 ڏينهن ۾ رپورٽ تيار ڪري وزيراعليٰ سنڌ کي پيش ڪندي. ڪميشن ٿر ۾ پيدا ٿيندڙ صورتحال جا سبب ۽ غفلت ڪندڙ ماڻهن ۽ ادارن جي نشاندهي ڪندي. انڪوائري ڪميشن ان ڳالهہ جي بہ جاچ ڪندي تہ مقامي انتظاميہ ٿر جي معاملي جي ڪهڙي طرح نگراني ڪري رهي آهي. جاچ ڪميشن ٿر جي صورتحال سميت اتان جي ماڻهن جي بهتري لاءِ پنهنجون تجويزون بہ پيش ڪندي تہ جيئن مستقبل ۾ اهڙي صورتحال کان بچي سگهجي.

ٿر ۾ جيڪو انساني الميو جنم وٺي چڪو آهي، ان کي روڪڻ لاءِ سنڌ حڪومت جي ڪارڪردگي ڪا تسلي بخش نہ رهي آهي. هن وقت جڏهن وڏي وزير جاچ ڪميشن جوڙڻ جو اعلان ڪيو آهي تہ اهو قدم بهتر پر تمام گهڻو دير سان کنيو ويو آهي. ڪميشن جي قيام بابت بہ حڪومت ڪافي گوٺنات کان ڪم ورتو، پر مخالف ڌر جي سخت تنقيد بعد اهو قدم کنيو آهي. جيتوڻيڪ سنڌ اسمبلي ۾ ميمبرن جي تنقيد فقط

اها نہ هئي تہ ڪميشن جوڙڻ ۾ دير ڇو ٿي ڪئي وڃي. پر ايوان ۾ اها ڳهر بہ ڪئي وئي تہ ٿر ۾ انساني حياتيون بچائڻ لاءِ ٺوس قدم کنيا وڃن، پر حڪومت فقط هڪ ڪميشن کي ئي اهم سمجهيو.

هڪ طرف سنڌ حڪومت ڪميشنون جوڙڻ ۾ مصروف آهي تہ ٻئي طرف ٿر ۾ مور بدران موت جو رقص جاري آهي، ڪالهہ بہ وڌيڪ هڪ ٻارڙي ۽ عورت فوت ٿي وئي. خوراڪ جي کوٽ، بيمارين ۽ علاج جون سهولتون نہ ملڻ سبب ٻن مهينن دوران هڪ سئو 89 ٻارڙن سميت فوتين جو انگ 200 کان وڌي ويو آهي. سول اسپتال مٺيءَ ۾ 59 ٻارن جو علاج هلندڙ آهي، جڏهن تہ ٽن ٻارن کي حيدرآباد منتقل ڪيو ويو آهي. ٿر جا هزارين ماڻهو اڃا تائين حڪومتي امداد جا منتظر آهن، ڪروڙين روپيا امداد جي اعلانن باوجود ماڻهو بکن ۾ پاهہ ٿي ويا، بک ۽ بيمارين وڌيڪ ٽن ٻارڙن کان زندگيون کسي ورتيون، سوين ٻارڙا اسپتالن ۾ داخل ڪيا ويا آهن. سنڌ حڪومت پاران فوتي ٻارڙن جي وارثن لاءِ اعلاينل ڏوڪڙ ڪنهن هڪ متاثر کي بہ اڃان تائين نہ مليا ۽ نہ وري فوت ٿيل ٻارڙن جي لسٽ تيار ڪئي وئي آهي. ٿر جي ڏڪار متاثر ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ امدادي سرگرميون شروع ئي ناهن ٿيون، نالي ماتر امدادي ٽيمون توڙي ميڊيڪل ڪئمپون بہ رڳو شهرن تائين محدود آهن، ماڻهو ڪاڌ خوراڪ وٺڻ لاءِ ڪيترائي ميل پنڌ ڪري شهرن ڏانهن اچي رهيا آهن. ڏورانهن علائقن جا ماڻهو پاڙو نہ هئڻ ڪري شهرن ۾ پهچڻ کان بہ لاچار ٻڌيل آهن، جنهن ڪري سندن ٻار بيمارين وگهي فوت ٿي رهيا آهن.

امداد جي وڏن وڏن اعلانن باوجود ٿر جي ڏڪار متاثر علائقن ۾ اجا تائين صورتحال انتهائي خراب آهي، جتي مارو ماڻهو کاڌ خوراڪ جو سامان ۽ پيئڻ جو پاڻي نہ هئڻ سبب بک ۽ اڃ ۾ پاهہ ٿي رهيا آهن. ڏڪار متاثر علائقن جي ماڻهن جي امدادي سامان نہ ملڻ ڪري وڏي انگ ۾ لڏپلاڻ جاري آهي، وڏيڪ ڪيترائي ڳوٺ خالي ٿي ويا آهن. حڪومتي اعلانن باوجود ڏڪار متاثرن کي اجا تائين ڪڻڪ مڪمل طور تي ناهي ملي سگهي، سنڌ سرڪار ٿر واسين کي خوراڪ، صحت ۽ ٻيون بنيادي سهولتون فراهم ڪري ڏيڻ وارين ڳالهين آسرن ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهي آهي. ڪميشن جوڙڻ کان اڳ ٻارن جون حياتيون بچائڻ اهم آهن. چاڪاڻ تہ اهو تعين بعد ۾ بہ ٿي سگهي ٿو تہ ٿر ۾ هن صورتهال پويان ڪنهن جي غفلت ۽ لاپرواهي شامل آهي. پر پهريان هنگامي بنيادن تي انساني حياتين کي بچائڻ لاءِ قدم کڻڻ گهرجن.

(**چيپل**: 8 **ڊسمبر** 2014ع)

## ننڍڪائي جي احساس ۾ مبتلا ماڻهو

سنڌ ۾ بدامني چوٽ چڙهيل آهي. چور ۽ ڌاڙيل گهرن جا گهر، ڳوٺن جا ڳوٺ اجاڙي رهيا آهن. سنڌ کي بدامني جي باهه ۾ ساڙي ڀسم ڪري رهيا آهن. ايئن ٿو محسوس ٿئي ته سنڌ جڻ ته ڌاڙيلن ۽ ڦورن کي مقاطعي تي مليل هجي ۽ سندن مقاطعي ختم ٿيڻ جا آخري سال رهجي ويل هجن، جو هو هن باغ جو هر گل چنڻ لاءِ آتا هجن. سنڌ جي وڏي وزير سيد قائم علي شاهه صاحب جنهن وٽ سنڌ جي گهرو مامرن جي واڳ پڻ آهي، تنهن کي شايد اها فرصت نه ٿي ملي جو هو هن طرف ڌيان ڏئي سگهي ته ٻيلي جنرل ضيا ۽ مشرف جي دور ۾ جيڪا سنڌ ڌاڙيلن کي مقاطعي تي مليل هئي، سندن مقاطعي جو مدو پورو ٿي چڪو آهي. جيڪڏهن جمهوري حڪومت به سنڌ ٻيهر مقاطعي تي ڏني آهي يا وري مقاطعي واري مدي ۾ واڌ ڪئي آهي ته پوءِ حڪمرانن تي ڪابه ميار نه ٿي نهي.

سنڌ کي آمريت جي دور ۾ جيڪي هڇائون ٻڇايون ويون هيون، انهن مان سنڌي ماڻهن جي جمهوريت اچڻ بعد جند آجي ٿيڻ گهرجي ها، پر خبر ناهي ته ڇو ڪين جمهوريت جو به ثمر نه ٿو ملي. سنڌ ۾ هڪ پاسي ڌارين جون ڌاڙايون آهن ته ٻئي پاسي ڌاڙا، ڦرون، دشمنيون ۽ پنهنجن جا دولاب آهن، جن سان زندگيءَ جون رونقون تباهه ٿينديون رهن ٿيون. اُتر هجي يا لاڙ، ٿر هُجي يا ڪاڇو، چوڌس تباهي ۽ بربادي جا اهڙا منظر آهن جو دُنيا ڏسي ڏندين آڱريون ڏئي ٿي. ٿر، جتي موت نامهربان موسم جيئن ڏهاڙي ڪيترين ئي مائرن جون جهوليون خالي ڪري معصوم گُلڙن کي مُرجهائي پاڻ سان وٺي

ٿو وڃي ۽ مجموعي طور پوري سنڌ ۾ سنڌ جا حڪمران بيحسيءَ مان ڏسندا رهن ٿا. اوپرائپ ۽ بيحسيءَ جو اهڙو مثال سنڌ اندر اڳ ڪڏهن نہ مليو.

هن دردمندن جي ديس جا ماڻهو اڳ تہ دنيا جهان لاءِ ڏڍ ۽ آسرو هوندا هئا، اهي اڄ پاڻ بي آسرا ٿي ويا آهن. جنهن ڏيهہ جا ماڻهو ٻين جو پيٽ پرڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هئا، اڄ سندن ٻچا ماني ڳيو نہ ملڻ سبب تڙپي تڙپي مري رهيا آهن. اُن ساڳي ڏيهہ ۾ اڄ موت جو راڪاس معصوم زندگيون ڳڙڪائي رهيو آهي پر ساڃاهہ جا ساڪي واريءَ ۾ مُنهن لڪايو، سڀ نيڪ هجڻ جو راڳ آلاپين ٿا. اهڙي قسم جي بدحالي جيڪڏهن ڪنهن ٻئي خطي ۾ ٿيندي هجي ها تہ چا اُتي حڪمران اگهور ننڊ ۾ ستل هجن ها. عوام بہ اونو ٿي پنهنجن جا جنازا ڪڇندو ڏسي ها. جيڪڏهن سنڌ جي قومي شعور پُچاڻي واري روايت کي پاڻي ڏنو هُجي ها تہ اڄ سنڌي ماڻهن کي ڪنهن جي ڪارڊ هجڻ جا طعنا نہ ملن ها، نہ ئي وري متبادل جي اٿهوند جو فائدو ڪٽندي موجوده سرڪار عوام کان اهڙي لاتعلقيءَ جو مظاهرو ڪري ها. ڇا اِن کان بہ وڌ ڪا ٻي انتها ٿي سگهي ٿي جو سنڌ جا ڪيترائي علائقا سج لهندي، نو گو ايرياز بڻجي وڃن ٿا، اُتي ڌاڙيلن کي ڇوٽ هُجي ٿي. ايستائين جو ڪجهہ ڏينهن اڳ ڌاڙيلن جي احتجاج جون خبرون پڻ منظر عام تي آيون هيون، جن تر جي پوليس خلاف دانهيو هو تہ ڪانئن هر مهيني سِرَ جي قيمت هڪ لک روپيا وصول ڪئي وڃي ٿي؟ جنهن ديس ۾ ڌاڙيل بہ پوليس خلاف مظاهرا ڪندا هجن، اتي باقي خدا جي خلق جو ڇا حال هوندو، ان جو اندازو لڳائڻ

ڪجھ مشڪل ناهي. جيڪا پوليس ڌوهارين کان پيتا اوڳاڙيندي هُجي، ان کان ڪهڙي اُميد ڪري سگهجي ٿي ته اها امن امان بحال ڪرائڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪندي. پر افسوس ته انهيءَ صورتحال جو ڪنهن به هيستائين مناسب نموني نوٽيس نه ورتو آهي ۽ حالت هيءَ آهي جو اغواڪاري هاڻ باقاعده صنعتي صورت اختيار ڪري وئي آهي، روزاني ڪيترائي ماڻهو اغوا ٿيندا رهن ٿا. اغوا کان وٺي چوري ڌاڙا ۽ قرن جا لاتعداد واقعا روز جو معمول ٿيندا پيا وڃن. پر ستن سالن کان سنڌ اندر حڪمراني ڪندڙ موجوده سرڪار جي ڪن تي ڪا جونءِ سُرندي نظر نه پئي اچي. سنڌ ۾ ڪير ۽ ماڪيءَ جون نديون وهائڻ ته نهيو، ماڻهن کي روزگار جا نوان موقعا پيدا ڪري ڏيڻ به گهوريو، صحت ۽ تعليم جون بنيادي سهوليتون مهيا ڪري ڏيڻ ته ٺيو خواب، پر جيڪڏهن ماڻهن کي امن ۽ سُڪون جي زندگي گذارڻ جو موقعو ڏنو وڃي، تڏهن به هنن لک ڪٽيو. اهڙي عدم تحفظ واري ماحول ۾ ماڻهو نه ته پنهنجي صلاحيتن جو صحيح معنيٰ ۾ مظاهرو ڪري سگهندا آهن نه وري اُهي پنهنجي صوبي جي ترقيءَ ۾ حصو وٺي سگهندا آهن. جيڪڏهن سرڪار چاهي ٿي ته هتي جا ماڻهو پنهنجي صلاحيتن سان ملڪ جي ترقيءَ ۾ هٿ ونڊائين ته کين فوري طور تي صوبي ۾ امن جي صورتحال طرف ڌيان ڏيڻي پوندي ۽ ڌوهارين جي رحم ڪرم تي ڇڏيل عوام کي اِهو احساس ڏيارڻو پوندو ته اُهي نڌڻڪا ناهن.

(**چِپيل**: 5 **ڊسمبر** 2014ع)

# سنڌ جي وجود بچائڻ لاءِ لڳاتار جدوجهد جي ضرورت

سنڌ ۾ چچريل لاش ملڻ وارو سلسلو بند ٿيڻ جو نالوُ ئي نہ ٿو وٺي. لڳي ٿو تہ ڪجھ قوتن سنڌ ۽ ان جي ڌٽين خلاف اڻ اعلانيہ جنگ شروع ڪري ڇڏي آهي. سنڌ ۽ ان جو عوام جنهن وقت موت ۽ حياتي جي ٻہ واٽي تي ٽنگيل آهي، ان وقت هتان جون سياسي پارٽيون عوام جي آجپي لاءِ ڪا سنجيده سياسي جدوجهد يا ان بابت رستو طئہ ڪرڻ ۾ ناڪام ويون آهن. سنڌ ۾ ڪنهن بہ هڪ مسئلي يا معاملي تي لڳاتار جدوجهد ڪري ڪي نتيجا حاصل ڪرڻ ۾ ناڪامي سبب عوام جو ڏينهون ڏينهن سياسي پارٽيون ۽ ان جي قيادت تان اعتماد ۽ ويساه ختم ٿيندو پيو وڃي. اسان وٽ وڏو الميو اهو رهيو آهي، جو هر ننڍي وڏي پارٽي عوام جي بنيادي مسئلن بدران هميشہ وڏا نعرا هنيا آهن، وڏيون دعوائون ڪيون آهن، ڪنهن بہ معاملي تي پنهنجي وت ۽ وس کان وڌي دعويٰ ڪرڻ ڄڻ تہ هتي فيشن ٿي ويو آهي. پلي ڪنهن پارٽي وٽ ٽانگي ۾ ويهڻ جيترا ڪارڪن ۽ حامي هجن پر ڇتاءُ اهو ڏنو ويندو آهي تہ اسان جو فلاڻو مطالبو تسليم نہ ڪيو ويو تہ ”ڌرتي ٿامون“ بڻائي ڇڏينداسين، اصل زمين آسمان هڪ ڪري ڇڏينداسين، پر اهو مسئلو جيئن جو تئين رهندو آهي يا وري سنڌ جون مخالف قوتون اهو ڪارنامو سرانجام ڏئي چڪيون هونديون آهن. پر نہ سنڌ جي ڌرتي ٿامون ٿيندي آهي نہ وري بيانن ۽

نعرن جي اثاريل دز ڪنهن وطن دشمن جو فقط منهن ئي ميرو ڪري سگهندو آهي. اٿلندو دشمن قوتن کي اسان جي سياسي قيادت مذاق جو سامان مهيا ڪندي آهي.

اصل ۾ اسان جي سياسي پارٽين جي وڏين دعوائن ۽ نعرن بعد انهن جي پاسداري نہ ڪرڻ يا پنهنجي طاقت کان وڏي ڳالھ ڪرڻ واري رجحان، حڪمرانن کي ڪو مسئلو حل ڪرڻ تي مجبور تہ نہ ڪيو آهي، اٿلندو سنڌي قوم، ان جون سياسي پارٽيون ۽ قيادت وطن دشمن حلقن ۾ کل ۽ مذاق جو سبب بڻجي وئي آهي. اسان پنهنجي پت وائکي ڪري دشمن قوتن کي هر اهو عمل ڪرڻ جو جڳ تي اڻ سڌو سرٽيفڪيٽ ڏئي ڇڏيو آهي، جنهن سان هي قوم ۽ ان جو وطن پنهنجي حيثيت ۽ اهميت وڃائي ويهي. اڄ جڏهن حڪمران ڪالاباغ ڊيم کان وٺي ٿل ڪئنال تائين پنهنجي موقف تي اڙيا بيٺا آهن ۽ پاڻي جي ذخيرن بابت  وڏن منصوبن تي انهن جي مخالفت ڪندڙن کي ڪلم ڪلا دڙڪا ۽ ڌمڪيون ڏيڻ تي لهي آيا آهن، ان جو سبب اهو ئي آهي جو هو سمجهن ٿا تہ جڏهن بہ هنن انهن منصوبن تي ڪم شروع ڪيو تہ، سنڌ جي سياسي قيادت فقط بيانن تائين پنهنجو احتجاج رڪارڊ ڪرائي خاموش ٿي ويندي. اڳ جيان ڪين اهي قدم ڦبي ويندا. ڇاڪاڻ تہ ماضيءَ ۾ بہ اهو ٿيو آهي، جو اسان جنهن منصوبي يا سنڌ دشمن قدم جي مخالفت ڪئي آهي، حڪمرانن ان تي وڏي ديده دليري سان ڪم ڪيو آهي، پر عمل جي صورت ۾ سنڌ مان ڪا بہ منظم جدوجهد يا مزاحمت سندن راهہ جي رنڊڪ نہ بڻي آهي.

هن وقت جڏهن ڌرتي ڌڻين جا چچريل لاش اڇليا پيا وڃن، سنڌ جا معدني وسيلا لٽيا پيا وڃن، ناڻي ورڇ مان سنڌ کي جائز حصو نہ ٿو ڏنو وڃي، ملازمتن ۾ سنڌ جي ڪوٽا تي عمل نہ ٿو ٿئي، ڌارين کي آڻي هتي آباد ڪيو پيو وڃي، تڪراري پاڻي منصوبن تي عمل لاءِ سنجيدگي سان منصوبابندي ڪئي پئي وڃي، سنڌ جي ٻولي جي حيثيت ختم ڪئي پئي وڃي، ان وقت سنڌ جي سياسي قيادت ماضي وانگر ڇڙوڇڙ احتجاجن، ٻڪ هڙتالن، مظاهرن ۽ بيانن تائين محدود آهي. ڪنهن بہ هڪ معاملي تي لڳاتار جدوجهد جو ڪو پري تائين بہ ڏس پتو نہ ٿو ملي. اهوئي سبب آهي جو سنڌ دشمن قوتن سنڌ جي ان واويلا کي اهميت ڏيڻ ڇڏي ڏني آهي. ڪو بہ اسان جي احتجاجن جو نوٽيس وٺڻ لاءِ تيار نہ آهي. اسان جا ليڊر فقط اخبارن ۾ بيان ڏئي، پنهنجا فوٽو ڇپرائي پاڻ کي جيئرو رکڻ جا جتن ڪرڻ ۾ مصروف آهن. سياسي قيادت ان خوش فهميءَ ۾ مبتلا آهي تہ فقط بيانن جي حد تائين سنڌ جي عوام کي پاڻ سان گڏ رکي سگهون ٿا. جڏهن تہ اها سندن وڏي ڀل آهي. ڇاڪاڻ تہ عوام ڪانئن ڪوهين ڏور ٿيندو پيو وڃي. سنڌ کي بچائڻ، سنڌي نوجوانن جون حياتيون بچائڻ ۽ سنڌي قوم جي نسل ڪشي روڪرائڻ لاءِ هڪ بہ هڙتال يا مظاهرن بدران لڳاتار جدوجهد جي ضرورت آهي. جيڪي قوم کي ڪامرانين تائين پهچائي.

(ڇنڇر: 3 ڊسمبر 2014ع)

# سنڌ جو درد ڪير محسوس ڪندو؟

اڄ سنڌ جو عوام هٿياربند دشمنن جي گهيري ۾ آهي. ڪين ان گهيري مان سنڌين پرامن جمهوري جدوجهد صحيح سلامت ٻاهر ڪڍڻ ۾ ناڪام رهي آهي. بندوق جي ٻولي ڳالهائيندڙ دليل ٻڌڻ لاءِ تيار ناهن .اڄ سنڌي عوام ڪي تاريخ جي ان موڙ تي آڻي بيهاريو ويو آهي، جتي گوليءَ جو جواب گوليءَ سان ڏيڻ ڪان سواءِ ٻيو ڪوبہ چارو نہ رهيو آهي. ڪالهہ سنڌ جي ڌرتيءَ ڪي ٻيهر پنهنجن ڪونڌرن جا لاش تحفي ۾ ڏنا ويا آهن. نوري آباد مان ڪالهہ وڌيڪ ٻہ چچريل لاش مليا آهن. سرويچ پيرزادي ۽ واجد لانگاهہ جا چچريل لاش هٿ اچڻ بعد سنڌ ڌرتيءَ ٻيهر نفرت جي باهہ اوڳاڇڻ شروع ڪئي آهي. اها باهہ انهن قوتن خلاف پڙڪا ڏئي پنيٺ ٻڻجڻ طرف وڃي رهي آهي، جيڪي قوتون پاڪستان جي وجود ڪان وٺي سنڌ جي وجود جون انڪاري رهيون آهن. رستن تي ٻرندڙ باهہ ڪي شايد حڪمران پنهنجي رياستي طاقت سان ڪجهہ ڏينهن اندر وسائڻ ۾ ڪامياب وڃن. پر سنڌي ماءُ، ڀيڻ ۽ پيءُ جي دل ۾ جيڪا نفرت جي باهہ اوتي وئي آهي، ان ڪي وسائڻ لاءِ شايد حڪمرانن وٽ اهو پاڻي ئي موجود نہ هجي. دلين ۾ محبت ۽ مناس پيدا ڪرڻ لاءِ صدين جو سفر طئہ ڪرڻو پوندو آهي. جڏهن تہ نفرت پکيڙڻ لاءِ فقط هڪ ڇيي ئي ڪافي هوندي

آهي. پر هتي ته پاڪستان جي عمر جي حساب کان به وڌيڪ سنڌي عوام جي من کي جهير ڏنا ويا آهن.

حڪمران چون ٿا ته سنڌ سميت ٻين صوبن کي اهي سڀ حق ۽ اختيار ڏنا ويندا، جن جو هتان جي قومن نه پر حڪمرانن موجب صوبن سان 1973ع جي آئين وقت اقرار ڪيو ويو هو. پر شايد حڪمرانن جا اعلان ۽ اقرار حج تي ويندڙ ان وياجي سيٺ وانگر آهن، جنهن موجب هو حج تي وڃي پنهنجا اڳيان سڀ ڏوهه بخشرائي ايندو. جنهن بعد ڪيس وري نوان گناه ڪرڻ لاءِ پروانو ملي ويندو. عوام کي اهو ضرور ٻڌائڻو پوندو ته اهي ڪهڙيون قوتون آهن، جيڪي هڪ جيئري جاڳندي قوم جو وجود برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ناهن. اهي ڪهڙا هٿ آهن، جيڪي سنڌ جي عوام کي ملڪ کان ڪوهين دور ڌڪڻ جا سانباها ڪري رهيا آهن. اهي ڪهڙيون طاقتون آهن جن کان هن ملڪ جي قومن ۾ پنهنجائپ، پيار، هڪ ٻئي جو احترام ۽ برابري وارا لاڳاپا قائم ٿيڻ جون ڪوششون برداشت نه ٿيون ٿين. جنرل مشرف جي آمريتي دور جي خاتمي بعد عوام منجهه اها اميد پيدا ٿي هئي ته مظلوم ماڻهن کي وڌيڪ لاش نه ملندا، سندن حقن ۽ خودمختياريءَ جو احترام ڪيو ويندو. ماضيءَ ۾ ٿيل ناانصافين جا پيرا کڄندا، چور پڪڙي عوامي عدالتن ۾ آندا ويندا. ڦرلٽ جو حساب وياج سميت واپس ڪرڻو پوندو. پر هتي ته قصو ئي الٽو ٿو نظر اچي.

ملڪ جي مالڪيءَ جي دعوىٰ ڪندڙ سياسي پارٽين کي اقتدار جي حصي پتيءَ واري جنڊا پٽ مان فرصت ئي نه ٿي ملي. ته پوءِ هو هڪ قوم جي ڌرتيءَ تي لڳل باه جو سيڪ

ڪيئن محسوس ڪري سگهنديون. رت ۾ ٻڏل ڌرتيءَ جو نوحو
ڪير ٻڌي سگهندو. اسان ڪي سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته ملڪ جي
استحڪام ۽ سالميت جو ڏينهن رات راڳ آلاپيندڙن ڪي
جمهوريت جو ته اونو آهي، پر هڪ قوم جي وجود مٽان
منڊيئڙو ڦيرائڻ وارن هٿن جي ڪير به نشاندهي ڪرڻ لاءِ تيار
نه آهي. 1970ع ۾ به اسان جي حڪمرانن جو هڪ قوم ڏانهن
اهو ئي رويو هو، جيڪو اڄ سنڌين ڏانهن رکيو پيو وڃي. ان
وقت به اهي اعلان ڪيا ويا هئا ته ملڪ ۾ سڀ خير آهي، پر
وارا ملڪ شيطان گيريءَ کان نه ٿا مڙن. اڄ به سنڌ جي مسئلي
پويان سنڌي عوام سان ٿيل ناانصافين جو داستان ڳولڻ يا انهن
کي تسليم ڪرڻ بدران مسئلي کي منجهائي، عوام جي اکين
۾ ڌوڙ وجهڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي وڃي. سنڌ عوام جي دلين
۾ موجود درد جا سبب ڳولڻ لاءِ ٻاهر نهارڻ بدران سرويچ، واجد
لانگاهه، آصف پنهور ۽ ماجد جي ماءُ کان معاملي جو نبيرو
پڇيو وڃي ته سڀ سٽ سلجهي پوندا. پنهنجن پٽن جا لاش
کڻندڙ والدين کان پڇيو وڃي ته ملڪ ڪيئن سلامت رهي
سگهي ٿو. جمهوريت لاءِ پريشان سياستدان آخر سنڌي ماءُ جي
ڳلن تي ڳڙندڙ ڳوڙهن تي ڇو نه ٿا سوچڻ لاءِ مجبور ٿين. اعلىٰ
عهديدارن جي اختيارن ۾ هيٺ مٿانهين لاءِ سر پڪڙي سوچ ۾
ويٺل اقتداري دانشور هڪ ديس جي سيني مان وهندڙ رت ۽
سندس وجود کي لڳل باه جو سيڪ ڇو نه ٿا محسوس ڪري
سگهن. بيلي سوڳ ۾ ورتل ڌرتي ڌٽين سان وڌيڪ يوڳ نه
ڪيو. بيلي جمهوريت کان وڌيڪ مظلوم قومن جو وجود
برقرار رکڻ، سندن اندر ۾ اوتيل ٽانڊن تي پاڻي وجهڻ اهم

آهي. حڪمران توڙي مخالف ڌر ۾ ويٺل ايندڙ وقت جا اقتدار ڏٽي جيڪڏهن واقعي ملڪ جي سالميت ۽ استحڪام جا حقيقي خيرخواه آهن تہ پوءِ هو ملڪ جي مظلوم قومن جي ڪيس کي اوليت ڏئي، سندن وجود مٿان لٽڪندڙ تلوار کي هٽائين، ٻي صورت ۾ جنهن ميلي مچائڻ جو اهتمام ڪيو پيو وڃي، ان لاءِ پٽ ئي ميسر نہ هوندو تہ دوسو ڪٿي دهل وڄائيندو.

(**چيپل**: 2 **ڊسمبر** 2014ع)

# سنڌ ۾ انساني حقن جي پائمالي

سنڌ ۾ انساني حقن جي پائمالي جون مختلف ڀيانڪ شڪليون موجود آهن. هڪ طرف نامعلوم قوتون هتان جي قومي ڪارڪنن کي ڪنهن گم ڪن ٿيون يا وري ڪجهه عرصي بعد سندن چچريل لاش اڇليا پيا وڃن. ٻئي طرف دهشتگرد ۽ ڌاڙيل باقي ماڻهن جي نڙي تي ننهن ڏئي وينا آهن. سنڌ جو هر شهر ۽ ڳوٺ هٿياربند گروهن جي چنبي ۾ يرغمال آهي، ڪٿي دهشتگرد ته ڪٿي وري ڌاڙيل بندوق ڪنيو ماڻهن جو ساهه مٺ ۾ ڪيو وينا آهن. باقي رهيل ڪثر قبيلائي جهيڙن پوري ڪري ڇڏي آهي. سنڌ ۾ جتي قبائلي رتوڇاڻ هيٺ بي گناهه انسان کي قرباني جو ٻڪرو بڻايو پئي وڃي، اتي بدامني به سنڌ واسين جو جيئڻ عذاب ڪري ڇڏيو آهي. چوريون، ڦرون ڌاڙا، اغوائون معمول جو حصو بڻجي ويا آهن، ڪيترائي ماڻهو ڌاڙيلن جي چنبي ۾ آهن، جڏهن ته روزانو جي بنياد تي چار کان پنج ماڻهو اغوا پڻ ٿين ٿا، ۽ ٻين وارداتن جو ته ڪو ڪاٿو ئي ڪونهي. اسان جي حڪومت کي هرطرف خير نظر اچي رهيو آهي، پ پ حڪومت اجا شايد هني مون ملهائي رهي آهي. سنڌ ۾ لاقانونيت جي ڪري گذريل ڪيتري ئي عرصي کان امن امان جي صورتحال بگڙيل رهي آهي ، چورين ڦرن، اغوائن ۽ ڌاڙن کان ويندي ۽ قتل غارت جا اهڙا واقعا روز جو معمول بڻيل آهن، جنهن ۾ روزانو ڪيترائي بيگناهه

انساني جانيون اجل جو شڪار ٿي ويندين آهن، ۽ ڪيترين ئي چورين، ڦرن، ڌاڙن ۽ اغوائن جون وارداتون پيش ايندين آهن، پر رياست جيڪا عوام کي تحفظ ڏيڻ لاءِ پنهنجو هر وسيلو استعمال ڪري سگهي ٿي، اها سنڌ ۾ ڇڻ تہ ڪٿي نظر ئي نہ ٿي اچي ان جو مثال سنڌ جي مٿين پيش ڪيل جهلڪ مان ملي وڃي ٿو.

سنڌ ۾ جيڪا انساني حقن جي لتاڙ ٿي رهي آهي، انهيءَ جي روڪٿام لاءِ ڪڏهن بہ منظم نموني سنجيدگيءَ کان ڪم ناهي ورتو ويو، اهو ئي سبب آهي، جو هتي عام انساني جانين جو ضايع ٿيڻ هڪ معمول بڻجي چڪو آهي، سنڌ ۾ لاقانونيت جي ڪري حالتون ان حد تائين پهچي چڪيون آهن جو هر علائقي ۾ عوام پاڻ کي غير محفوظ سمجهي رهيو آهي، جڏهن تہ عوام جي تحفظ لاءِ قائم ڪيل ادارا انهيءَ سڄي صورتحال کان لاتعلق بڻيل آهن. حقيقت اها آهي تہ عوام کي تحفظ فراهم ڪرڻ لاءِ هتي مختلف ادارا بہ قائم ڪيل آهن تہ قانون بہ جوڙيل آهن پر انهن ادارن جي غير ذميواري ۽ قانون تي عمل نہ ٿيڻ ۽ ان جي پيچڪڙيءَ جي ڪري امن امان جي بگڙيل صورتحال تي ضابطو نہ اچي سگهيو آهي، قانون جي پيچڪڙي هڪ اهڙو جرم آهي، جنهن ۾ ملوث ماڻهو ڪٿي کهڙي بہ گروهہ يا پارٽيءَ سان لاڳاپيل هجي يا ڪٿي ڪيترو بہ سگهارو ڇو نہ هجي پر قانون کنهن کي بہ معاف ناهي ڪندو، ڇاڪاڻ تہ قانون خود هڪ رياست آهي ۽ اهو قانون ئي رياست جي وڏي سڃاڻپ آهي، جڏهن تہ ان رياستي نظام ۾ قانون کان ڪوبہ مٿانهون ناهي، ايستائين ڳالهہ نيڪ آهي پر جڏهن ان

قانون تي ئي عمل نہ ٿي سگهي تہ انصاف جي اميد ڪهڙي بنياد تي ڪري سگهجي ٿي، جڏهن اها پوليس ۽ ٻيا رياستي ادارا ان قانوني دائري کان ٻاهر رهي ڪم ڪندا هجن تہ اهڙي صورتحال ۾ انصاف جي اميد ايئن آهي، جيئن ٻبرن کان ٻير گهرڻ.

جيڪڏهن موجوده حڪومت عوام کي امن ۽ انصاف مهيا ڪري نہ سگهي تہ ان سان سماج ۾ وڌيڪ انارڪي پکڙبي، پوءِ جيڪو ڏاڍو سو گابو واري ڪار ٿيندي ۽ بااثر ٽولا عوام کي پنهنجي قبضي ۾ ڪري وٺندا، هر ماڻهو پنهنجي خيريت ان ۾ ئي سمجهندو تہ يا تہ هو هٿياربند بدمعاشن سان سلهاڙجي ساڳي واٽ اختيار ڪري يا وري خاموشي سان ظلم ۽ ستم سهڻ کي ترجيح ڏئي، ان صورت ۾ حڪومت جو وجود بي معنیٰ بڻجي ويندو. رياست جي رٽ باقي نہ رهندي. جنهن سان هي سماج جهنم جو ڏيک ڏيڻ شروع ڪندو، ان کان اڳ جو حالتون آخري حدون بہ پار ڪري وڃن، حڪومت سڄي سنڌ ۾ بدمعاشن جي رستا روڪ ڪري ۽ کين لغام ڏيڻ لاءِ قانون کي حرڪت ۾ آڻي. سنڌ جي ماڻهن کي امن ۽ سڪون ڏيڻ سان ئي ترقيءَ جون راهون کلي سگهن ٿيون.

(**چيچيل**: 10 **ڊسمبر** 2014ع)

## چچريل لاش ۽ سنڌ اسيمبلي جو ٺهراءُ

سنڌ اسيمبليءَ قومپرست ڪارڪنن جا چچريل لاش ملڻ وارو واقعن خلاف ڪالهه اتفاق راءِ سان ٺهراءَ منظور ڪري ورتو آهي. جنهن ۾ ڏرتي ڌڻين ڪي ڪنهي گم ڪرڻ ۽ بعد ۾ سندن لاش اڇلڻ وارن واقعن جي جاچ لاءِ عدالتي ڪميشن جوڙڻ جو مطالبو ڪيو ويو آهي. پ پ ميمبر سڪندر شوري انساني حقن جي لتاڙ ۽ قومپرست ڪارڪنن جا چچريل لاش ملڻ وارن واقعن خلاف مذمتي ٺهراءُ پيش ڪيو، جيڪو منظور ڪيو ويو. ان موقعي تي ايوان ڪي خطاب ڪندي سڪندر شوريَ چيو تہ مائرن ڪان پٽ ۽ ڀينرن ڪان ڀائر ڪسيا پيا وڃن، ان جا ڪهڙا سبب آهن؟ بلوچستان ڪانپوءِ سنڌ ۾ بہ لاش ملڻ وارو سلسلو شروع ٿي ويو آهي. هن مطالبو ڪيو تہ چچريل لاش ملڻ واري واقعي جي جاچ لاءِ عدالتي ڪميشن جوڙي وڃي. سڪندر شوري چيو تہ چچريل لاش ملڻ سنڌ خلاف وڏي سازش آهي، پاڪستان ۾ لاڳيتو انساني حقن جي ڀڃڪڙي ٿي رهي آهي. هن چيو تہ آمرن جو اقتدار تي قبضو ڪرڻ بہ انساني حقن جي ڀڃڪڙي آهي، ڪنهن تي الزام آهن تہ ان کي عدالت ۾ پيش ڪيو وڃي. ڊپٽي اسپيڪر شهلا رضا چيو تہ سنڌ ۾ چچريل لاش ملڻ خلاف سول سوسائٽي اسيمبلي آڏو احتجاج ڪيو، جنهن دوران متاثر ڪٽنبن جوڊيشل ڪميشن جوڙڻ جو مطالبو ڪيو. شهلا رضا چيو تہ چچريل لاش ملڻ

افسوسناڪ آهي، حڪومت واقعن جي جاچ لاءِ قدم کڻي.
فنڪشنل ليگ ميمبر نصرت سحر عباسي چيو ته سنڌ ۾ لاش
ملڻ جا واقعا انتهائي حساس آهن. نصرت سحر عباسي چيو ته
حڪومت ۽ اپوزيشن کي ڇڇريل لاش ملڻ واري معاملي تي
گڏيل قدم کڻڻا پوندا.

سنڌ اسيمبلي ۾ ڇڇريل لاش ملڻ خلاف هي ٺهراءُ
انساني حقن جي عالمي ڏهاڙي جي موقعي تي منظور ڪيو
ويو آهي. پر بدقسمتي سان سنڌ جي ماڻهن کي ته هن رياست ۾
انسان ئي نه ٿو سجهيو وڃي، ڪين انساني حق ڏيڻ وارو
معاملو ته پوءِ جو آهي. سنڌ کي جنهن نموني ڪنڊائتو ڪيو
پيو وڃي، ان جي نتيجن کان شايد هن رياست جا واڳ ڌڻي
واقف ناهن، يا وري هنن تاريخ مان سبق حاصل نه ڪيو آهي.
جن قوتن اوپر پاڪستان ۾ لاش ڪيرائي پاڪستان کي بچائڻ
جي ڪوشش ڪئي هئي، انهن کي اتي ذلت جوڳي ناڪامي
نصيب ٿي هئي. هاڻي وري ساڳيو باب سنڌ ۾ ورجايو پيو
وڃي. ڇا اهي قوتون ملڪ جي وحدت خلاف ڪم نه ڪري
رهيون آهن؟ سنڌ جا ماڻهو اسلام آباد ۾ ويٺل حڪمرانن کان
سوال ڪن ٿا ته ڪين ٻڌايو وڃي ته ملڪ جي سالميت خلاف
سازشون سنڌ جي ڳڀرو نوجوان ڪري رهيا آهن يا اهي قوتون
ملڪ جون پاڙون پيون کوٽين جيڪي سنڌ کي رت ۾
وهنجارڻ جون خواهشمند آهن. ٻيلي هي نه ته 1971ع وارو
زمانو آهي ۽ نه وري سنڌ بلوچستان آهي، جتي پهاڙن ۾ رت
وهڻ جو سيڪ دنيا محسوس ڪري نه سگهندي. هن دور ۾

ڪنهن ڪي بہ طاقت جي زور تي ديجاري ۽ ڌمڪائي نہ ٿو سگهجي. اڄ دنيا جهان جون اکيون کليل آهن.

سنڌ اسيمبلي سوال ڪري ٿي تہ آصف پنهور ۽ وحيد لاشاريءَ، سرويچ پيرزادي ۽ واجد لانگاھ جا لاش ڪنهن ڏنا آهن، ڪير آهي جيڪو سنڌ جي ٻچن کي گهران ۽ رستن تان کڻي بعد ۾ تشدد ڪري گوليون هڻي ماري رستن تي اڇلي ٿو؟ آخر سنڌ وارن جو قصور ڇا آهي؟ جيڪڏهن ڪارڪنن جي قتلن وارو ۽ سنڌ کي ڇچريل لاش ملڻ وارو اهو سلسلو جاري رهيو تہ پوءِ حالتون ۽ معاملا هٿن مان نڪري ويندا! جن کي ڪو بہ روڪي نہ سگهندو ۽ سنڌ ۾ بہ بلوچستان جهڙا منظر پيش اچڻ لڳندا. سنڌ ۾ سنڌي ماڻهن جي نسل ڪشي ڪئي پئي وڃي، جنهن جي رستا روڪ جي ضرورت آهي ۽ ان ڏس ۾ رياست جيڪڏهن گهربل ڪردار ادا نہ ڪيو تہ پوءِ سياڻي تاريخ پنهنجو فيصلو ڏيندي ۽ تاريخ جو فيصلو انتهائي بي رحم هوندو آهي.

(**چيپيل**: 11 **ڊسمبر** 2014ع)

## ڪراچي ۾ دهشتگردي پنيان پرڏيهين جو هٿ

تازو ملڪ جي ڪجهن ادارن رپورٽ ڏني آهي تہ سنڌ جي گادي واري شهر ۾ دهشتگردي ۽ ٻين سنگين ڏوهن ۾ ملڪ جي مٿانهن حصن خاص ڪري قبائلي علائقن ۽ افغانستان مان آيل پناهگير ملوث آهن. هاڻي جڏهن ملڪ اندر ڪم ڪندڙ ڪجها ادارا توڙي قانون نافذ ڪندڙ ادارن به اهڙيون رپورٽون ڏيندا رهيا آهن ته ڏوهن ۾ گهڻي ڀاڱي اهي سنڌ کان ٻاهران آيل ماڻهو ملوث آهن ته اهڙين رپورٽن کي مد نظر رکندي اها ڳالهہ عجيب آهي تہ سنڌ حڪومت غير قانوني ترسيل ماڻهن خلاف ڪوبہ سنجيده قدم کڻڻ لاءِ تيار ناهي. جنهن جو نتيجو ويجهي مستقبل ۾ سنڌ ۽ سنڌي قوم کي ئي ڀوڳڻو پوندو جئين پهرين ٽيل ڌارين آبادڪارين جو ڀوڳي رهيا آهيون. سنڌ تاريخي طور تي صوفين جي سرزمين رهي آهي ۽ رهندي پر حڪمران طبقو پنهنجن آقائن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ صوفين جي سرزمين کي انتها پسندي جي اوڙاهہ ۾ ڌڪڻ جڻ سندن فرضن ۾ شامل ٿيندو هجي. سنڌ جي ساجاهہ وند ڌرين کي هن سنجيده مسئلي تي ڪر کڻڻو پوندو نه ته اسان جي ايندڙ نسل کي صوفي ازم جي خوشبوءِ به سنگهڻ لاءِ ڪانه ملندي. اسان کي مهمانوازي جي ايوارڊ حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجا نسل تباهہ ناهن ڪرائڻا. ڌارين آبادڪارين جي ڪري جيڪو ڪجهہ سنڌ ۽ سنڌ قوم ڀوڳيو آهي اهو ڪنهن کان لڪيل ڪونهي. تاريخ جا ورق اهڙين انيڪ حقيقتن سان ڪارا

ٿيل آهن پر انهي ساڳي تاريخ مان ڇا اسان اجان به صرف اهو ئي پرائي سگهيا آهيون ته ڌارين جو ڪليل دل سان آڌرڀاءُ ڪيون يا پنهنجي ڌرتي، قوم ۽ روايتن جي پاسداري ڪيون. فيصلو هتان جي سجاڻ ڌرين ڪي ڪرڻو پوندو ته اهي مستقبل جي سنڌ ڪي صوفي شاهه عنايت، شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ رهبر سنڌ سائين جي ايم سيد واري سنڌ يا هڪ انتهاپسند ۽ مذهبي چار ۾ جڪڙيل سنڌ ڏسڻ چاهين ٿا.

ڌاريا اڄ جي سنڌ جو ٻرندڙ مسئلو آهي، سنڌ جي راڄڌاني ڪراچي ته افغانين، بهارين، برمين، بنگالين مطلب ته ڀانت ڀانت جي ڪانيءَ جو مرڪز بڻجي چڪي آهي، غير قانوني پرڏيهين جي لوڏ جي بنا ڪنهن رنڊ روڪ جي لوڏ جي سنڌ آمد سنڌ جي راڄڌانيءَ جي تصوير ئي تبديل ڪري ڇڏي آهي، نه رڳو ايترو پر ڪراچي جيڪا ورهين ڪان وٺي رت ڳاڙيندي رهي آهي، تنهن ۾ به توهان جي ئي ماتحت ڪم ڪندڙ ادارن جي رپورٽ موجب وڏو هٿ انهن پرڏيهين جو آهي، ائين ٿو لڳي سنڌ، خاص ڪري ان جي راڄڌاني ڪراچي جڻ ته عالمي يتيم خانو بڻجي چڪي هجي. بنا ڪنهن رنڊ روڪ جي اهي ماڻهو سنڌ اچن ڪيئن ٿا ؟ آخرڪار انهن جي رستا روڪ ۽ جيڪي غير قانوني طور هن ڌرتيءَ تي داخل ٿي چڪا آهن تن جي پنهنجي پنهنجي ملڪن ڏانهن واپسيءَ لاءِ ڪو جامع پلان ڇو نه ٿو ٺاهيو وڃي،ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته سنڌ ۾ آباد ٿيل غير قانوني ماڻهن ڪي نه فقط نيڪالي ڏني وڃي، پر ملڪ جي اترين علائقن مان سنڌ ۾ داخل ٿيندڙ لوڏين ڪي به روڪڻ لاءِ قانون سازي ڪئي وڃي. ڇاڪاڻ ته سنڌ

حڪومت ۾ ان جي اسيمبلي ڪي سنڌي ماڻهن جي مفادن جو تحفظ ڪرڻو پوندو. نہ تہ ٻي صورت ۾ سنڌ اسمبلي ۾ سياڻي سنڌين بدران ڪنهن ٻي مخلوق جا چونڊيل نمائندا موجود هوندا ۽ آڱرين تي ڳڻڻ جيترن سنڌي ميمبرن کي ڌڪا ۽ ٺيلها نصيب ٿيندا. ضرورت ان ڳالھ جي آهي تہ خيبرپختونخواه ۾ مختلف موقعن تي آپريش دوران ڀهتل پناهگيرن جي واپسي جو بندوبست ڪيو وڃي. افغانين کي سندن ملڪ موڪلڻ لاءِ وفاق تي زور بار آندو وڃي. چاڪاڻ تہ هي سنڌ جي تشخص ۽ قومي وحدت جو مسئلو آهي. جنهن کي سياسي حڪمت عملين جي ور چڙهڻ نہ ڏجي. خاص ڪري آئين ۾ هڪ صوبي کان ٻئي صوبي ۾ ٿيندڙ لڏپلاڻ کي روڪڻ لاءِ مناسب ترميمون ڪيون وڃن.

(**چيپل**: 12 **ڊسمبر** 2014ع)

# سنڌو ۾ پاڻي کوٽ سبب تباهيون

سنڌ جي مختلف علائقن ۾ سنڌو درياهہ جو پاڻي نہ پهچڻ سبب اتي بيٺل پاڻيءَ جا تلاءَ ۽ کوهہ زهريلا بڻجي رهيا آهن. مال متاع تہ ڇا پر ماڻهن کي هاڻي تہ پيئڻ لاءِ تازو پاڻي بہ ميسر نہ آهي. بيٺل زهريلو پاڻي پيئڻ سبب هزارين ماڻهو پيٽ جي بيمارين ۽ خاص ڪري چمڙي جي بيمارين ۾ ورجي ويا آهن. جڏهن تہ ڪيترائي ٻار، عورتون، جوان ۽ ٻڍا گيسٽرو سبب موت جي منهن ۾ هليا ويا آهن. پاڻي لاءِ پساهہ ڏيندڙ ماڻهن جي ڪوبہ واهر ڪرڻ لاءِ تيار ناهي، ڪين ڪير بہ اهو ٻڌائڻ لاءِ تيار ناهي تہ ڪين سنڌوءَ جي پاڻيءَ کان ان ڪري محروم ڪيو ويو آهي، جو بدقسمتيءَ سان هو سنڌ جهڙي ننڍڙڪي ديس جا ڄاوا آهن.

سنڌ جي ماڻهن سنڌو درياءَ ۾ پاڻي جي مسلسل کوٽ تي ڳڻتي جو اظهار ڪندي مطالبو ڪيو آهي تہ سنڌو درياءَ جو آزاد، فطري ۽ ماحولياتي وهڪرو بحال ڪري انڊس ڊيلٽا کي تباهي کان بچائي سنڌوءَ تي وڌيڪ ڪو بہ ڊيم ۽ بيراج نہ ٺاهيو وڃي. بدين ۽ ٺٽي ضلعي ۾ سمنڊ جي مهڙ ۾ ايندڙ لکين ايڪڙ زمين سمنڊ ڳڙڪائي چڪو آهي. سوين ڳوٺ ۽ وسنديون سمنڊ جي پيٽ ۾ هليون ويون آهن. هزارين ماڻهو پنهنجا اباڻا ڳڌ ڇڏي دربدر ٿيڻ تي مجبور ٿيا آهن. پر سندن بحاليءَ لاءِ حڪومتي سطح تي ڪوبہ بندوبست نظر نہ ٿو اچي. ڇاڪاڻ جو هو ڪو وزيرستان يا سوات جي خاص مخلوق تہ نہ آهن، جو

سندن لاءِ حڪومتي سطح تي خاص فنڊ قائم ڪيا وڃن، يا ڪين آفت سٽيل قرار ڏئي سندن ڪنهن بئي هنڌ تي آبادڪاريءَ جو انتظام ڪيو وڃي. بدين ۾ ٺٽي واسي ته پنهنجي ئي شهر ڪراچيءَ جي بولٽن مارڪيٽ جا به رهواسي نه آهن، جو سندن دانهن ۾ ڪوڪ ايوان صدر جا در کڙڪائي سگهي. سندن لاءِ اسلام آباد جا ايوان پريشان ٿين. هيءُ پٺائي ۾ سچل جي ديس جا سادا سودا ماڻهو پاڻ ۾ ئي پٽڪو ۽ ماتم ڪرڻ تي اڪتفا ڪري سگهن ٿا.

سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ ڪا قدرتي آفت ناهي، جنهن کي رب جي رضا سمجهي صبر ڪجي. پر سنڌ کي سڪائڻ، تباهه ۽ برباد ڪرڻ لاءِ هڪ وڏي خوفناڪ منصوبابنديءَ سان ڪم ڪيو پيو وڃي. پنجاب طرفان سنڌو درياهه تي ڊيم اڏڻ سميت پنهنجي حصي کان وڌيڪ پاڻي زور زبردستي ڪٽڻ سبب اڄ سنڌ جا ماڻهو پيئڻ جي پاڻيءَ لاءِ به تڙپي رهيا آهن. پاڪستان نهڻ کان پوءِ سنڌو درياهه جي پاڻيءَ تي لڳندڙ ڌاڙن جو ڪو انت ايندو نظر نه ٿو اچي. پنجاب طرفان پنهنجا ٿي درياهه پارت کي وڪرو ڪرڻ کان پوءِ سنڌوءِ تي قبضي وارو باب بند ٿيندو نظر نه ٿو اچي. سنڌ جا حڪمران پاڻيءَ واري مامري تي پنجاب جي ارهه زورائي آڏو بند ٻڌڻ ۾ ناڪام نظر اچي رهيا آهن. ڇاڪاڻ ته پاڻيءَ تي سڀ معاهدا يا ٺاهه پنجاب آڏو ڪا به حيثيت نه ٿا رکڻ. ڇاڪاڻ ته هو هن ملڪ جي اڇي ڪاري جو مالڪ آهي. هو آقا آهي ۽ ٻيا سندس غلام آهن، ان ڪري غلام ته معاهدن جا پابند هوندا آهن پر ڏاڍي جي اڳيان سڀ معاهدا ۽ قانون ڪوريئڙي جي ڄار وانگر ڪمزور

ثابت ٿيندا آهن. پاڻي واري 1991ع واري لولي لنگڙي ناهه تي به
پنجاب عمل ڪرڻ لاءِ تيار ناهي، جڏهن ته ان ناهه تي سنڌ جي
ماڻهن جا سخت اعتراض آهن، سنڌ جا ماڻهو پنجاب کان پاڻيءَ
جي 1945 ع واري ناهه تي عمل جا گهرجائو آهن. پر پنجاب
1991ع واري پاڻي ناهه تي به عمل ڪرڻ لاءِ تيار ناهي. ان ناهه
۾ چشما جهلم لنڪ ڪينال ناهڻ جو ڪٿي به ذڪر موجود
ناهي، ان باوجود چشما لنڪ ڪينال نه فقط زبردستي جوڙيو
ويو پر ان کي ٻوڏ جي مند بدران زبردستي 12 ئي مهينا وهايو
پيو وڃي. پارت سان پاڻي معاملي تي گڏجاڻيون ڪندڙ
حڪمران آخر پنهنجي ئي ملڪ جي ماڻهن سان ساڳي معاملي
تي ٻٽو معيار ڇو رکيو وينا آهن. هڪ طرف پارت طرفان سنڌو
درياهه تي ڊيم ناهڻ جي ان بنياد تي مخالفت ڪئي پئي وڃي ته
ان سان پاڪستان پاڻيءَ کان محروم ٿي ويندو ته ٻئي طرف
ساڳيو موقف رکڻ تي سنڌ کي ملڪ دشمنيءَ جا طعنا ۽ مهڻا
ڏنا پيا وڃن. ڇا پنجاب جا حڪمران پنهنجن مفادن خاطر هن
ملڪ جا بنياد به اکوڙڻ چاهين ٿا.

(ڇنڇر: 13 ڊسمبر 2014ع)

## انصاف جي هر فورم تان مايوس ٿيل سنڌي ماڻهو

تہ مان اعليٰ تعليم لاءِ مهراڻ يونيورسٽي موڪليل نوجوان ڪمليش مينگهواڙ اجا سوڌو بازياب ٿي نہ سگهيو آهي. ڪيس ڪنهن گم ڪيو آهي، سندن مطالبو ڇا آهي، هو ڪهڙي مقصد خاطر سنڌ جي نوجوانن ڪي زبردستي ڪنيي گم ڪن ٿا، اهي ارادا بہ اجا لوڪ سامهون اچي نہ سگهيا آهن. لڳي ٿو تہ سنڌي ماڻهن ۾ اڻ ڄاتل خوف پئدا ڪرڻ لاءِ سندن پٽن کي ڪنيو پيو وڃي. ڪوبہ داد فرياد نہ پيو ٿئي. سنڌ حڪومت فقط ٺلها بيان ڏيڻ تائين محدود آهي. نوٽيس ورتا ٿا وڃن، خط لکيا پيا وڃن. ماڻهن کي انڌي تسلي ڏئي ريجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي وڃي. پر اڻ ڏٺيون قوتون پنهنجي ڪرت ۾ لڳل آهن. ڪين ڪير بہ روڪڻ وارو ناهي. بلوچستان ۾ چچريل لاشن ملڻ تي پنهنجي حڪومتي دور ۾ بلوچ عوام کان معافيون وٺندڙ سنڌ جا ناميارا اڳواڻ ۽ اڳوٽا حاڪم سنڌ جي ساڳي مسئلي تي چپ آهن. ٺلهو مذمتي بيان بہ ڏيڻ کي پنهنجي شان خلاف سمجهن ٿا. پر ڪين اهو نہ وسارڻ گهرجي تہ ڪين سنڌ جي عوام ئي حڪمراني جو اڳ بہ تاج پارايو هو ۽ هاڻي بہ سنڌ سطح تي ڪين تخت ۽ تاج جو مالڪ ڪيو آهي.

شايد نوجوان ڪمليش جي امڙ جا اهي لفظ سندن اندر ۾ وڃي نہ ٿا وجهن تہ جيڪڏهن ڪمليش ڪا غلطي ڪئي آهي يا نہ پر ڪيس اڻ ڪيل غلطين جي بہ معافي ملڻ گهرجي. ان ڪان وڏيڪ ڪهڙي بي وسي هوندي آهي، جنهن جو سنڌ جون مائرون اظهار ڪن.

سنڌ ۾ گم ٿيل ماڻهن جو مسئلو حل ٿيڻ جو نانءُ ئي نہ ٿو وٺي. هڪ طرف گم ٿيل ماڻهن جا وارث عدالتن جا در ڪڙڪائي رهيا آهن تہ ٻئي طرف شهر شهر ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ احتجاجي مظاهرا ڪيا پيا وڃن. پر گم ٿيل ماڻهو بازياب ٿيڻ بدران وڌيڪ ماڻهو اغوا يا گرفتار ڪري گم ڪيا پيا وڃن. سپريم ڪورٽ هن معاملي تي بلوچستان جي گم ٿيل ماڻهن بابت تہ روز ڪيس هلائي ڪجهہ ڏيان چڪايو، پر سنڌ جا ماڻهو انصاف جي ان فورم ڪان بہ محروم آهن. جڏهن تہ خود گم ٿيل ماڻهن بابت عدالتي ڪميشن موجب سڄي ملڪ ۾ سڀ ڪان وڌيڪ سنڌ جا ماڻهو گم ڪيا ويا آهن. پر ان طرف حڪمران ڌيان ڏيڻ لاءِ تيار ناهن. جنهن ڪري سنڌ ۾ جي عوام منجهہ ناراضگي وڌي رهي آهي. سنڌ جي ماڻهن منجهہ اهو خيال پختو ٿيندو پيو وڃي تہ شايد ڪين هن ملڪ جو شهري نہ ٿو سمجهيو وڃي. سنڌ جي ماڻهن سان مفتوحن وارو سلوڪ ڪيو پيو وڃي. چاڪاڻ تہ ساڻن ٿيندڙ ناحق جو ڪٿي بہ فرياد نہ ٿو ٿئي. ڪين سڀني فورمن تان مايوس ڪيو ويو آهي. خود اعلىٰ عدليہ بابت بہ ماڻهن جي دلين منجهہ ناراضگي ۽ شڪايتون موجود آهن، چاڪاڻ تہ عدليہ ملڪ جي ٻين حصن ۾ ٿيندڙ انساني حقن جي خلاف ورزين جو تہ هڪدم پاڻ مرادو

نوٽيس وٺي ٿي پر سنڌ ۾ ٿيل ڪيسن تي ڪوبہ پاڻمرادو نوٽيس نہ ٿو ورتو وڃي. ڪراچي ۾ ماريل بي گناهہ سنڌين جي قاتلن جي گرفتاري لاءِ ڪوبہ تحرڪ نہ ورتو ويو. مظفر ڀٽو جي شهادت ۾ ملوث جوابدارن خلاف ڪابہ ڪارروائي نہ ڪئي ويئي. شهيد بشير قريشي جو خون لوڙهيو ويو. سندن ياءُ ۽ هڪ ڪارڪنن جو موت بہ آيو ويو ٿي ويو. ايئن سنڌي ماڻهن جا ڪيس لوڙهيا ويا. اٽلندو سنڌ مان وڏيڪ سياسي ڪارڪن گرفتار ڪري گم ڪيا ويا. تازو ڪراچي ۾ ٻين شهرن ۾ سنڌ جا 7 ڪونٽر ڪنا ويا، پر ڪوبہ داد فرياد نہ ٿيو.

سنڌ جي حڪومت توڙي وفاقي حڪومت سنڌ جي ماڻهن کي انصاف ڏيارڻ لاءِ هيل تائين ڪهڙا قدم کنيا آهن، اهي بہ سيني کي ساريا پيا آهن. سنڌ حڪومت سنڌي ماڻهن سان زيادتين خلاف ٻڙڪ بہ ٻاهر ڪيڻ لاءِ تيار ناهي. جڏهن حڪومت جون قانون لاڳو ڪندڙ ايجنسيون دهشتگردن ۽ قانون ٽوڙيندڙن بدران پرامن شهرين کي نشانو بڻائينديون تہ ان سان ڪو سنو تاثر قائم نہ ٿيندو. اٽلندو عوام حڪومت ۽ ان جي ايجنسين سان تعاون ڪرڻ ڇڏي ڏيندو. جيڪا ڳالهہ اڳتي هلي انتهائي هاجيڪار نتيجا ڏيندي. ان کان اڳ جو سنڌ جا ماڻهو بہ بلوچستان جي عوام وانگر انتها تي پهچن، سنڌ ۾ بي گناهہ ماڻهن کي اغوا ڪري گم ڪرڻ وارو سلسلو بند ڪيو وڃي. گم ٿيل ماڻهو بازياب ڪرايا وڃن. ان عمل ۾ ملوث ڌرين کي قانون جي ڪٽهڙي ۾ آندو وڃي.

(**ڇپيل**: 13 **ڊسمبر** 2014ع)

## شگر ملز مالڪن جي هٺ ڌرمي ۾ پريشان آبادگار

ڪمند جا آبادگار ڪمند جو بهتر اگهه نه ملڻ سبب پريشان آهن. هزارين ٽراليون شگر ملن آڏو بيٺيون آهن، پر ڪارخاندار ڪمند خريد ڪرڻ لاءِ تيار ناهن .شگر ملز مالڪ حڪومت طرفان ڪمند جو مقرر ڪيل اگهه 182 روپيا ڏيڻ کان انڪار ڪري رهيا آهن. ان سبب ڪمند جو بحران شدت اختيار ڪري ويو آهي. جنهن سبب هڪ طرف آبادگار پريشان آهن ته ٻئي طرف شگر ملز پيڙائي شروع نه ڪئي آهي. ٺٽو ۽ سجاول ضلعن جي 4 شگر ملن مان اجا تائين 3 ملون بند پيل آهن، صرف هڪ لاڙ شگر مل ڪمند جي پيڙاهي شروع ڪئي آهي پر حڪومت طرفان مقرر ڪيل ڪمند جو اگهه 182 رپيه ڏيڻ بدران 155 رپيه في مڻ ڪمند خريد ڪرڻ شروع ڪيو آهي. ملز مالڪن اهو موقف اختيار ڪيو آهي ته اسان کي وڏيل اگهه جو نوٽيفڪيشن نه مليو آهي. ٻي طرف باقي ٽن شگرملز طرفان ڪمند جي پيڙاهي شروع نه ڪرڻ سبب ٻنهي ضلعن جي 9 تعلقن ۾ 3 لک ايڪڙ تيار ڪمند سوڪهڙي جو شڪار ٿي رهيو آهي، جڏهن ته 3 لک ايڪڙ زمين خالي نه ٿيڻ سبب ڪڻڪ پوکائي به نه ٿي سگهي آهي. ساڳي صورتحال خيرپور ضلعي ۾ به آهي. جتي شگر ملن حڪومت طرفان مقرر ڪيل

ڪمند جو اگهه 182 روپيه في مڻ آبادگارن کي ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ شگر مل تي ايندڙ ڪمند 155 روپيه في مڻ وٺڻ لڳا آهن. جنهن خلاف خيرپور ضلعي جي آبادگارن ڊي سي هائوس تي ڊي سي خيرپور منور علي منياڻي سان ايم پي اي نعيم احمد کرل ۽ آبادگار اڳواڻ محمود کهڙو ، چوڌري فقير حسين ، لعل بخش سيال جي اڳواڻي ۾ ملاقات ڪئي ۽ ڊي سي خيرپور کي ٻڌايو ته خيرپور ضلعي جون شگر ملون آبادگارن سان نا انصافي ڪندي حڪومت پاران مقرر ڪيل اگهه نه ٿيو ڏنو وڃي . جڏهن ته ڊي سي خيرپور شگر مل مالڪن سان فون تي رابطو ڪيو ته خيرپور شگر مل ۽ راڻيپور شگر مل انتظاميا ڊي سي خيرپور کي ٻڌايو ته آبادگار غلط بياني ڪري رهيا آهن . حڪومت ڪو به ڪمند جو اگهه مقرر نه ڪيو آهي نه وري اهڙو ڪو نوٽيفڪيشن جاري ڪيو . جنهن بعد ڊي سي خيرپور بيوس ٿي خاموش ٿي ويو ۽ آبادگارن کي چيو ته اوهان نوٽيفڪيشن جي ڪاپي ڏيڪاريو پوءِ شگر مل مالڪن سان ڳالهائيندس.

آبادگارن موجب حڪومت ڪمند جو نئون اگهه مقرر ڪري نوٽيفڪيشن ڪييو آهي پوءِ به ڪمند جو مقرر اگهه نه ٿو ڏنو وڃي ۽ مل مالڪ پنهنجو ڏاڍ ڏيکاريندي 155 في مڻ تي ڪمند خريد ڪري رهيا آهن . آبادگارن چتاءُ ڏنو آهي ته جيڪڏهن شگر مل مالڪن ڪمند جو اگهه 182 نه ڏنو ۽ گذريل سيزن ۾ ڏنل ڪمند جي رقم جي ادائگي نه ڪئي ته 15 ڊسمبر تي آبادگار قومي شاهراه تي ڌرڻو هڻندا. ٻئي طرف ٽنڊو محمد خان ۾ بااثر ڌر جي شوگر مل جي انتظاميه پاران سنڌ آبادگار

شوگر ملز سميت مختلف شوگر ملن جون زوري سيڪٽر آفيسون بند ڪرائي سوين ملازمن کي بيروزگاري ڪرڻ واري عمل خلاف ترقي پسند پارٽي پاران تحريڪ جو اعلان ڪيو ويو آهي.

سنڌ جي غريب ۽ هيٺين 70 سيڪڙو طبقي جو گذر سفر ٻني ٻاري تي آهي پر افسوس جو موجوده ڪجهه ملز مالڪ هڪ هٽي قائم ڪري سنڌ جي معيشت کي تباهه ڪرڻ جو طئي ڪيو آهي. جنهن ڪري هزارين ماڻهو بي روزگار ٿيا آهن. آبادگارن اعلان ڪيو آهي ته جيڪڏهن 24 ڪلاڪن اندر ملز جي حوالي سان سمورا مسئلا حل نه ڪيا ويا ته انتهائي سخت قدم کنيا ويندا ۽ پهرين مرحلي ۾ اڄ سومر جي ڏينهن 15 ڊسمبر تي ڊي سي آفيس آڏو احتجاج ڪري ايندڙ لائحہ عمل جو اعلان ڪنداسين . هر سال آبادگارن ۽ مل مالڪن وچ ۾ ڪمند جي اگهه تان ڇڪتاڻ ٿيندي آهي آبادگارن جي مرضي هوندي آهي ته ڪين اهو اگهه ملي جيڪو سنڌ سرڪار مقرر ڪري ٿي جڏهن ته مل مالڪن جي خواهش هوندي آهي ته سرڪار آبادگارن جو ته خيال رکي ٿي پر مل مالڪن جي مرضيءَ کانسواءِ ڪنڊ جو اگهه مقرر ڪيو وڃي ٿو جيڪو ڪين قبول ناهي. هن ڀيري ٻه آبادگارن ۽ مل مالڪن وچ ۾ هلندڙ تڪرار جي نتيجي ۾ شگرملون شروع نه ٿي سگهيون آهن. آبادگارن جون ڪمند سان ڀريل ٽريڪٽر ٽراليون ۽ ٽرڪون هزارين مڻ ڪمند ڪٽي سنڌ جي مختلف شگرملن آڏو گڏ ٿي چڪيون آهن پر اڃا تائين فيصلو نه ٿيڻ ڪري آبادگارن کي سخت نقصان پهچي رهي آهي. اسان حڪومت کي صلاح

ڏينداسين تہ اها آبادگارن جي حقن جو تحفظ ڪندي شگرملن جي مالڪن جي ناجائز مطالبن آڏو گوڏا نہ کوڙي. سنڌ جي معيشت کي رسندڙ نقصان جو هڪدم ازالو ڪيو وڃي.

(**چِپيل**: 14 **ڊسمبر** 2014ع)

## نئين ۽ باوقار قيادت کي وانجهيل سنڌ

سنڌ سميت سڄي ملڪ ۾ ڪرپشن، پنهنجا نوازي ۽ اهليت جي لتاڙ پنهنجا پير پختا ڪري چڪي آهي. خاص ڪري سنڌ ۾ اهليت جي جنهن نموني مٿي پليت ڪئي پئي وڃي، ان هن سماج جون پاڙون کوکليون ڪري ڇڏيون آهن.آپيشاهي، ڪرپشن ۽ ناانصافيءَ تي پاڙيندڙ پاڪستاني حڪمرانن قائداعظم کان وٺي جنهن حڪومتي طريقهٔ ڪار کي چونڊيو، تنهن انگريزن جي هڪ سؤ سالن جي محنت سان قائم ڪيل سڄي سسٽم جي پيچ ڍاهڻ شروع ڪئي. بهرحال پاڪستاني حاڪمن طرفان ڪنيل تمام تر غير قانوني ۽ غير آئيني قدمن باوجود انگريز دور ۾ قائم ڪيل ادارا تقريبن ويهارو سال پوءِ بہ پنهنجي مضبوط جوڙجڪ ذريعي منفي ۽ عوام دشمن هٿڪنڊن آڏو ڪنهن نہ ڪنهن روپ ۾ مزاحمت فراهم ڪندا رهيا. پر جڏهن حاڪم طبقن ڪن خاص قومن، گروهن ۽ ادارن جي بالادستيءَ کي ملڪ مٿان مڙهي ڇڏيو تہ انصاف، احتساب، قاعدي ۽ سرشتي جي جاءِ تي آهستي آهستي ڏاڍ، ڦرلٽ، لاقانونيت ۽ افراتفري جا عنصر سگهارا ٿي ويا. نتيجي ۾ ڏندا راڄ هن ملڪ جو مقدر بڻجي ويو. هن وقت اسان بدبودار سماج جو ڳريل ۽ ڏپ ڪري ويل لاش پنهنجي ڪلهن تي کڻي

هن ملڪ جي تعمير ۽ ترقي جا سڪڻا ۽ ڪوڙا نعرا هڻي رهيا آهيون.

ملڪ جي رعايت يافته حاڪم طبقن جاگيردار، گادي نشين پير ۽ ڪاموري ذريعي مُلڪ ۾ مراعات يافتا هڪ اهڙو طبقو سگهارو ڪيو آهي، جنهن حڪومتي اشارن تي نه رڳو عوامي خواهش کي ضابطي هيٺ رکيو، پر گڏوگڏ نمائندگي ۽ ليڊرشپ وارو ڪردار به پاڻ وٽ رکي ڇڏيو آهي. اهڙي طرح جاگيردار ۽ ڪاموري جي ناپاڪ اتحاد سان سڄي ملڪ ۾ هڪ اهڙو حلقو پيدا ٿيندو رهيو آهي، جنهن جو مقصد فقط اهو ئي هو ته جائز يا ناجائز طريقي سان پيسو ۽ پاور هٿ ڪجي ۽ پوءِ انهن ٻنهي هٿيارن جي سگهه تي عوام مٿان مسلسل حڪمراني ڪندو رهجي. ڦورو طبقن جو ايجاد ڪيل اهو فارمولو هر حوالي سان سڄي ملڪ ۾ ڪاميابي ماڻيندو رهيو. حڪومتي سرشتو ڏنڊا راڄ وارو هجي، جمهوري هجي يا عبوري، مذڪوره ڦورو طبقن جي هر دور ۾ چاندي رهي آهي. پارليامينٽ ۽ انتظاميا ان طبقي جي هٿ ۾ هئڻ ڪري هو وڏي حد تائين عدليا تي به غالب رهيو. جنهن جي نتيجي ۾ قانون ٺاهڻ، ان تي عمل ڪرائڻ ۽ تڪراري فيصلي کي پنهنجي حق ۾ ڪرائڻ سندس ڏائي هٿ جو ڪيل بڻجي ويو.

بدقسمتي سان سنڌي سماج جي نئين دور ۾ نمائندگي ڪندڙ طبقن جي ڪارڪردگي ۽ ڪردار به سواليه نشان هيٺ اچي ويا آهن. خاص طور گذريل صديءَ جي ستر واري ڏهاڪي تائين جيئن ئي سينيئر قيادت منظر عام تان هٽندي وئي، تيئن وڏيرن، ڪاپي ڪلچر جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل ڪامورن، پيٽ

پرست اديبن، ليڪڪن ۽ جذباتي شاگرد ليڊرن جي صورت ۾
جيڪا ڪم فهم، ڪرپٽ، حاسد ۽ جاهل قيادت سنڌ کي نصيب
ٿي، تنهن جي ڪرتوتن ٽيهن سالن ۾ سنڌ کي انهيءَ حالت تي
پهچايو آهي، جو هينئر زندگيءَ جي جديد رُخن ۾ پيشقدمي ته
ٿي بعد جي ڳالهه، روايتي انداز سان واجبي ترقي ماڻڻ وارو
عمل به نظر نٿو اچي. بلڪ هن خطي ۾ امڪاني جاگرافيائي ۽
سياسي تبديلين دوران جيڪڏهن سنڌ پنهنجو سالم وجود
برقرار رکڻ ۾ ڪامياب ٿئي ته به وڏي ڳالهه ٿيندي. اڄ جيڪا
سگهارين ڏرين جي اشارن جي منتظر سياسي قيادت، ڪرپشن
کي عبادت سمجهندڙ ڪامورا شاهي، غداري ۽ ابن الوقتيءَ جو
ماڊل وڏيراشاهي، تعليم جو ٻيڙو ٻوڙيندڙ ماستر شاهي،
ذهن ۽ ضمير وڪڻندڙ ليکڪ لڏو اوهان جي اڳيان هلي
ٿو ۽ ڪاروڪاري، قبيلائي دهشتگردي، جهالت ۽ ترقيءَ کان
وانجهيل سنڌ واري جيڪا اسان جي سجاڳ آهي، سا سنئون
سڌو نتيجو آهي پاڻ کي مليل ان قيادت جي "شاندار ڪارنامن"
جو، جيڪا قيادت اسان جي سماج کي اڄوڪي بدتر صورتحال
۾ وٺي آئي آهي. اها صورتحال وڌيڪ شدت سان انهيءَ ڪري
محسوس ٿيڻ لڳي آهي جو سنڌ ڏينهون ڏينهن وڌيڪ بحرانن
جي ور چڙهندي پئي وڃي.

(**چيپل**: 16 **ڊسمبر** 2014ع)

## عوام جو دهشتگردن خلاف مزاحمتي مورچو

پشاور ۾ سفاڪ ۽ رهزن ٽولن طرفان معصوم ٻارڙن کي شهيد ڪرڻ واري سانحي سڄي ملڪ جي عوام سميت سياستدانن کي متحد ڪري ڇڏيو آهي. ملڪ جو عوام بنا ڪنهن رنگ، نسل، مذهب ۽ فرقي جي دهشتگردي خلاف پنهنجيايڪي جو ثبوت ڏنو آهي. هن سانحي سبب ئي تحريڪ انصاف پنهنجو حڪومت خلاف جاري ڌرڻو ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو آهي. جڏهن ته ڪالهه وزيراعظم جي سڏايل آل پارٽيز ڪانفرنس ۾ مڙني پارلياماني پارٽين سرڪت ڪري دهشتگردن کي نياپو ڏنو آهي ته سندن مقابلو فقط حڪومت ۽ ان جي رياستي ادارن سان نه پر سڄي قوم ۽ ان جي قيادت سان آهي. ٻن ڏينهن اندر ڪشمير کان ڪراچي تائين عوام احتجاج ڪري دهشتگردن خلاف مزاحمت جو اعلان ڪيو آهي. وزيراعظم نواز شريف جي صدارت هيٺ پارلياماني پارٽين جي اجلاس ۾ تحريڪ انصاف سميت ملڪ جي سمورين سياسي پارٽين دهشتگردن خلاف ڪارروائيون جاري رکڻ ۽ پشاور واقعي خلاف قومي اسيمبلي ۾ گڏيل نهرائُ پاس ڪرڻ تي اتفاق ڪري روتو آهي. جڏهن ته عمران خان دهشتگردي کي روڪڻ لاءِ ڪميٽي جوڙڻ جو مطالبو ڪري ڇڏيو آهي. پشاور ۾ معصوم گلن جهڙن ٻارڙن کي دهشتگردي جو نشانو بڻائڻ ڪانپوءِ وزير اعظم نواز شريف جي صدارت هيٺ سياسي پارٽين جو هنگامي اجلاس پشاور جي گورنر هائوس ۾ ٿيو.

وزير اعظم نواز شريف چيو تہ عدالتن کي بہ حفاظتي خدشا آهن. جنهن جي ڪري جج عدم تحفظ جو شڪار آهن. ان معاملي جو حل ڳولڻ گهرجي. هن چيو تہ دهشتگرد گرفتار ٿين ٿا، اهي آزاد ٿي وڃن ٿا جيڪي بعد ۾ وري ساڳين ٽولن ۾ شامل ٿي وڃن ٿا. اجلاس ڪانپوءِ گڏيل پريس ڪانفرنس ڪندي وزير اعظم نواز شريف چيو تہ پشاور واقعي جي جيتري مذمت ڪجي گهٽ آهي، هن واقعي سان اسان جا جذبا مجروح ٿيا آهن. هن چيو تہ اجلاس ۾ ڪيترائي اهم فيصلا ڪيا ويا آهن جن تي عمل ڪيو ويندو. وزير اعظم ٻڌايو تہ اجلاس ۾ پشاور سانحي تي ڏک ۽ ڪاوڙ جو اظهار ڪيو ويو آهي. دهشتگردي ۽ انتها پسندي خلاف جنگ اسان جي جنگ آهي. هن چيو تہ اجلاس فيصلو ڪيو آهي تہ دهشتگردي خلاف لائحہ عمل جوڙي ان تي عمل ڪيو ويندو. هن چيو تہ هاڻي سٺن ۽ خراب طالبان جو فرق نہ رکيو ويندو. ملڪ جي ڪروڙين ماڻهن جي خواهش آهي تہ پاڪستان ۾ سڄي خطي کي دهشتگردي جي لعنت کان پاڪ ڪيو وڃي. دهشتگردن جي خلاف موثر عدالتي ڪارروائي جي ضرورت آهي. جن دهشتگردن کي گرفتار ڪيو وڃي ٿو اهي ڪمزور پراسيڪيوشن ۽ جاچ سبب پنهنجون ضمانتون ڪرائي وٺن ٿا ۽ دهشتگردن کي موت جي سزا نٿي ملي. دهشتگردي جي خاتمي جي عدالتن کي بہ سنگين خطرا درپيش آهن ۽ انهن جي ڳڻتي ختم ڪرڻ لاءِ قدمن جي ضرورت آهي. سنگين ڏوهن ۾ دهشتگردن جي ڪيسن کي اڪلائڻ لاءِ خصوصي عدالتن جي ضرورت آهي. قانونسازن کي ان معاملي جو جائزو وٺڻ گهرجي

۾ فيصلو ڪرڻ گھرجي. وزيراعظم جي منظوري کان پوءِ سڄي ملڪ ۾ موت جي سزا حاصل ڪندڙ 17 قيدين جون صدر طرفان رحم جون اپيلون رد ڪيون ويون آهن. حڪومتي ذريعن جو چوڻ آهي ته 10 ڏوهارين جو تعلق پنجاب ۾ 6 ڄڻن جو تعلق سنڌ ۾ هڪ ڄڻي جو تعلق خيبرپختونخواهه سان آهي. وزيراعظم پاڪستان گذريل ڏينهن دهشتگردن کي انجام تائين پهچائڻ لاءِ سزا موت تان پابندي هٽائڻ جي منظوري ڏئي ڇڏي هئي ۾ ان حوالي سان قانوني ڪارروائي جو آغاز ٿي ويو آهي. جنهن جي ملڪ جو عوام آجيان ڪندو. چاڪاڻ ته سڀ ماڻهو ان تي متفق آهن ته دهشتگردن سان ڪابه رعايت ملڪ ۾ ان جي عوام سان سنگين غداري هوندي.

(**چيپل**: 19 **ڊسمبر** 2014ع)

## دهشتگردن جون نرسريون ختم ڪرڻ جي ضرورت

حڪمرانن پياري پاڪستان ۾ پوڪيل نفرتن جو تيار ٿيل فصل هاڻي لڻڻ شروع ڪيو آهي. ٻج پوڪيندڙ هاڻي پنهنجي پڪل فصل جو لابارو ڪري رهيا آهن. ان لاباري جي شروعات انتهاپسندن ۽ دهشتگردن کي ڦاسي تي لٽڪائڻ سان ڪئي وئي آهي. ڪجھ دهشتگردن کي ڦاسي ڏني وئي آهي ۽ ٻين کي انت تي پهچائڻ لاءِ ڦاسي گهاٽ تيار ڪيا پيا وڃن. پشاور جي اسڪول سانحي کان پوءِ حڪمرانن کي ڪل پئي آهي ته دهشتگرد سڀ قاتل، سفاڪ ۽ بي رحم هوندا آهن. انهن ۾ ڪوبه چڱو ۽ خراب نه هوندو آهي. سڀ هڪ جهڙا هوندا آهن. جن لاءِ سزا به ساڳي هجڻ گهرجي.

هن بدنصيب ملڪ ۾ دهشتگردن جهڙي مخلوق ڪا آسمان مان نازل نه ٿي آهي. پاڪستان ۾ هي سڀ ڪجھ اوچتو نه ٿيو آهي، پر دهشتگردي ۾ ملوث ڌرين کي ڪيترن ئي ڏهاڪن کان مڇائي مهوڙ ڪيو ويو. ضيا شاهيءَ واري دور کان پنجاب ۾ بنياد پرستي ۽ فرقيواريت جي پوت کي ميدان خالي ڪري ڏنو ويو. پوءِ ڏسندي ڏسندي پنجاب جي هر وسندي ۽ واهڻ ۾ اهڙا مذهبي مرڪزن جي نالي تي دهشتگردي جا اهڙا اڏا قائم ڪيا ويا، جيڪي ظاهري طور تي ته مدرسن جي نالي سان سجاتا پئي ويا، پر اصل ۾ اهي دهشتگردن جون نرسريون هيون، جتي نوجوان نسل کي افغان جهاد ۽ ڪشمير ۾ جهاد جي نالي تي لشڪرن جي صورت ۾ تيار ڪيو ويو. انهن کي

هٿيار پنهوار ڏئي، پر وارن ملڪن ۾ موڪليو ويو. جن اتان واندڪائي ملڻ بعد پنهنجي ئي ملڪ کي ٽانڊا ڏيڻ شروع ڪيا. تحريڪ طالبان، لشڪر جهنگوي، لشڪر طيبہ، جيش محمد ۽ ٻيا ڪوڙ سارا هٿياربند گروپ مذهب جي نانءَ تي پنهنجن ئي مسلمان ڀائرن جا ڪنڌ ڪورڻ لڳا. شيعا، سني، بريلوي، ديوبندي جي نالي تي اهڙا تہ ممڻ مچايا ويا جو شيطان کي بہ شرم اچڻ لڳو. هر گروپ ٻئي کي ڪافر قرار ڏيندي دير ئي نہ ڪرڻ لڳو. هر گروپ وٽ فتويٰ جو پروانو ڪيسي ۾ پيل هو، پوءِ جيڪو بہ ماڻهو سندس اطاعت قبول نہ ڪرڻ لڳو تہ ان کي ڪافر قرار ڏيندي ڪابہ ندامت محسوس نہ ڪئي وئي. پنجاب جو پٽيون ڪافر ڪافر جي نعرن سان ڪاريون ٿيڻ لڳيون. هر گروپ فقط پاڻ کي مسلمان سمجهڻ ۽ ٻئي مسلمان کي واجب القتل قرار ڏيڻ لڳو.

ملڪ جي وڏي آبادي واري صوبي مان لشڪر ڀرتي ڪري جهاد جي نالي تي سڄي ملڪ ۾ موڪليا ويا، پوءِ موٽ ۾ هر شهر خودڪش بمبارن جي باهہ ۾ سڙڻ لڳو. معصوم ماڻهو مرڻ لڳا، بازارون ۽ وسنديون سڙڻ لڳيون. پر پنجاب جا حڪمران انهن لشڪرن خلاف ڪابہ ڪارروائي ڪرڻ کان ڪترائڻ لڳا. لشڪرن جي ڪڌن ڪرتوتن جي پرده پوشي ڪئي وئي. ڪين ڳجهہ ڳوهہ ۾ هٿيار پنهوار ۽ ڏوڪڙ پئسا فراهم ڪيا ويا، جيئن پروارن ملڪن کي ٽانڊا ڏئي سگهجن. انهن ملڪن ۾ پنهنجي حامي گروپن کي اقتدار ۾ آڻي سگهجي. هاڻي پنجاب جي حڪمرانن جا تيار ڪيل اهي پورس جا هاٿي ڪين کي لتاڙي رهيا آهن. ٻين لاءِ باريل باهہ هاڻي سندن ئي

گهر کي ساڙي رهي آهي. پشاور سڙي پيو، راولپنڊي ٻري پئي، فيصل آباد ۾ گولين جو مينهن پيو وسي ۽ حڪمران پنهنجو ئي پوڪيل فصل لڻي رهيا آهن. هن وقت جڏهن ملڪ جا والي وارث سڏائيندڙ ان ڳالهه کي تسليم ڪرڻ لڳا آهن ته هاڻي سٺن ۽ خارب طالبان ۾ فرق رکڻ نه گهرجي ته ان موقعي تي اسان جي اها به گذارش آهي ته ماضيءَ ۾ سٺن طالبان (دهشتگردن) جي نالي تي جيڪي لشڪر آڻي ملڪ ۾ آباد ڪيا ويا ۽ خاص ڪري ڪراچي ۾ ڪين ڪالونيون اڏي ڏنيون ويون، انهن کي اتان نيڪالي ڏيڻ لاءِ تڪڙا اپاءَ وٺن گهرجن، جيئن دهشتگردن جون نرسريون ختم ٿي سگهن. جيستائين پناهگير ڪئمپن جي نالي تي سڄي ملڪ ۾ دهشتگردن جون نرسريون ختم نه ٿيون ڪيون وڃن، ان وقت تائين ڪوبه آپريشن نتيجا ڏئي نه سگهندو.

(**ڇپيل**: 23 **ڊسمبر** 2014ع)

## سنڌ جو وفاق خلاف عدالت ۾ وڃڻ جو اعلان

سنڌ حڪومت وفاق طرفان گئس تي ڊولپمينٽ سيس جي رقم مان حصو نہ ڏيڻ تي سپريم ڪورٽ جو دروازو کڙڪائڻ جو فيصلو ڪيو آهي. ڪالهہ وڏي وزير سيد قائم علي شاهہ جي صدارت هيٺ هڪ اجلاس ۾ اهڙو فيصلو ڪيو ويو. ان موقعي تي بريفنگ ڏيندي خزاني واري وزير مراد علي شاهہ چيو تہ سنڌ کي گئس انفرا اسٽرڪچر ڊولپمينٽ سيس جي مد ۾ انتهائي گهڻو مالي نقصان ڏنو پيو وڃي، وفاقي حڪومت سنڌ جي مشوري کانسواءِ ماڙي گئس جي قيمتن ۾ تبديلي ڪئي آهي. هن چيو تہ وفاقي حڪومت 2011ع ۾ اهو چئي گئس انفرا اسٽرڪچر ڊولپمينٽ سيس وصول ڪيو هو تہ ان جي رقم پاڪ – ايران گئس پائيپ لائين منصوبي تي خرچ ڪئي ويندي پر بعد ۾ سپريم ڪورٽ ان فيصلي کي رد ڪيو، وفاقي سرڪار ڊولپمينٽ سيس جي مد ۾ 100 ارب روپين کان 135 ارب روپين تائين سيس جي مد ۾ وصولي ڪئي آهي ان ڪري ان رقم تي صوبن جو حق ٿئي ٿو جيڪو انهن کي نہ پيو ڏنو وڃي. جڏهن تہ اجلاس کي خطاب ڪندي وڏي وزير قائم علي شاهہ چيو تہ سنڌ حڪومت ڪڏهن بہ ڪنهن بہ شعبي ۾ پنهنجي آئيني حق تان هٿ نہ ڪڍندي، ايڊووڪيٽ جنرل ۽ سينيئر وڪيلن جي مدد سان وفاقي حڪومت خلاف سپريم ڪورٽ ۾ الڳ الڳ پٽيشنز داخل ڪرايون وڃن. هن چيو تہ

اسان اهي سڀ معاملا سي سي آءِ ۾ ڪٽنداسين جن سان صوبن جي حق تلفي پئي ٿئي، سنڌ سميت مڙني صوبن کي نقصان کان بچائڻ گھرون ٿا ۽ چاهيون ٿا ته کين پنهنجا پنهنجا حق ملن.

ان کان اڳ سنڌ جي وڏي وزير وزيراعظم وٽ اها به درخواست ڪئي هئي ته وفاق طرفان سنڌ حڪومتکجي هلندڙ ٽارگيٽيڊ آپريشن جي لاءِ 20 ارب رپيا جاري ڪيا وڃن، واضح رهي ته هڪ مهينو اڳ پڻ سنڌ ۾ امن امان ۽ آپريشن جي لاءِ 20 ارب رپيا گهريا ويا هئا پر وفاقي حڪومت هن وقت تائين رقم جاري نه ڪئي، جنهن ڪري سنڌ حڪومت آپريشن لاءِ جديد سهولتون حاصل ڪري نه سگهي، جڏهن ته آپريشن تي سنڌ حڪومت 4 ارب رپيا خرچ ڪري چڪي آهي، وفاقي حڪومت جي خاطري باوجود ڪو به فنڊ جاري نه ڪيو ويو آهي. ان ڪانسواءِ وڏي وزير خط ۾ ڄاڻايو آهي ته بجلي جو ڪنٽرول سنڌ حڪومت جي حوالي ڪيو وڃي. ڪراچي ۾ مڙني ڪوششن باوجود آپريشن پنهنجا گهربل نتيجا نه ڏئي رهيو آهي. ريجرز تي ڪروڙين روپين جي بجيٽ خرچ ڪرڻ باوجود ڳالهه اتي جو اتي آهي، جتان شروع ٿي هئي.

ڪراچي شهر ۾ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ جا ماڻهو رهن ٿا. خاص ڪري غيرقانوني پرڏيهين کي هتي ڪابه جهل پل ناهي. افغانستان ۽ خاص ڪري هندستان مان غير قانوني طور آيل ماڻهن کي شهر جي ڪجهه سياسي گروپن جي حمايت حاصل آهي. ان ڪري هن شهر ۾ حڪومتي رٽ قائم ٿي نه ٿي سگهي. غير قانوني پرڏيهين سبب ڪراچي هاڻي امن وارو

شهر نہ پر بدامني وارو شهر بڻجي ويو آهي ۽ روزانو قتل عام ڪراچي شهر جو حصو بڻجي چڪو آهي. هن شهر ۾ روڊن تي، گهٽين ۾ يا ڪاروباري علائقن ۾ هاڻي ڪنهن جو لاش بند ٻوري ۾، ڪنهن جو لاش سڙيل، ڪنهن جو لاش چچريل تہ ڪنهن جو لاش ڌڙ سسيءَ کان ڌار ملي رهيو آهي. اصل ۾ ڪجھ ڌريون چاهن ٿيون تہ ڪراچي شهر تي سندن قبضو هجي، ان بنياد تي شهرين جو رت وهايو پيو وڃي.

اصل ۾ وفاقي حڪومت ڪراچي آپريشن کان اڳ جيڪي اعلان ڪيا هئا، انهن تي سختيءَ سان عمل جي ضرورت آهي. ان سلسلي ۾ ڪوبہ سياسي دٻاءُ شهر جي حالتن کي وڌيڪ خراب ڪري ڇڏيندو. وفاق کي سنڌ سان مالي متڀيد ختم ڪرڻ گهرجي. خاص ڪري گئس جي ڊولپمينٽ سيس جي مد ۾ سنڌ کي پنهنجي حصي جي رقم جاري ڪئي وڃي. سنڌ سان ڪنهن بہ قسم جو انياءُ وفاق ۽ صوبي جي بهتر لاڳاپن تي اثرانداز ٿي سگهي ٿو. وفاقي ڪامورا شاهي اهڙي صورتحال پئدا ڪرڻ اڇهي ٿي جيئن وفاق ۾ موجوده نواز حڪومت خلاف پريشانيون پئدا ٿين. جنهن جو وزيراعظم کي نوٽيس وٺڻ گهرجي.

(**چيپيل**: 2 جنوري 2015ع)

# مبارڪون وقت کان وٺو

ملڪ جي ٻنهي ايوانن ڪالهه ملڪ ۾ فوجي عدالتون قائم ڪرڻ بابت آئين ۾ 21 ترميم ۽ آرمي ايڪٽ ۾ ترميم جا بل منظور ڪري ورتا آهن. ملڪ ۾ مارشلا جي غير موجودگي ۾ فوجي عدالتون قائم ڪرڻ جو شايد ملڪ ۾ هي نرالو ۽ پهريون مثال هجي. پشاور سانحي بعد دهشتگردن خلاف اثرائتي ڪارروائي لاءِ ڪي خاص اپاءَ وٺڻ لاءِ ملڪ جي سياسي قيادت ڪافي ڏينهن کان هڻ وٺ ۾ هئي. پر نيٺ ان جاڪوڙ اهڙو مثال قائم ڪيو، جنهن جا اڳتي هلي نتيجا شايد مثال قائم ڪندڙن ڪي به پوڻا پون. ملڪ جا سڀ ماڻهو بنا ڪنهن شڪ جي ان ڳالهه تي متفق هئا ۽ آهن ته انتهاپسند دهشتگرد گروپن خلاف سخت ڪارروائي ٿيڻ گهرجي. پر هنن اهڙو ڪوبه مطالبو نه ڪيو هو ته ان لاءِ اهڙا قدم کنيا وڃن، جنهن سان ملڪ مان جمهوريت جي تڏا ويڙهه لاءِ ميدان سازگار ٿئي يا پارليامينٽ پنهنجي اختيارن تان سرينڊر ڪري. پر اهو سڀ ڪجهه ملڪ کي دهشتگردن کان بچائڻ لاءَ ڪيو ويو، جنهن تي چونڊيل نمائندا مبارڪن جا مستحق آهن.

ڪالهه اسلام آباد ۾ ملڪ جي اعليٰ ايوانن اندر ويٺل چونڊيل نمائندن جيڪو ڪارنامو سرانجام ڏنو آهي، ان تي هو مبارڪ جا مستحق آهن. سندن ان اهم اڳيرائي تي ڪين ان

وقت ئي سينيٽ ۾ داد ملي ويو، جڏهن ملڪ ۾ جمهوريت لاءِ
بي مثال قربانيون ڏيندڙ پيپلز پارٽي جي سينئر اڳواڻ رضا
رباني پنهنجي عمل تي شرمساري جو اظهار ڪندي روئي ڏنو.
سندس زبان ۾ ڪيئي لفظ اٽڪي بيهي رهيا، هو گهڻو ڪجهه
چوڻ پيو چاهي، پر سندس زبان جذبات جي شدت سبب سندس
ساٿ نہ ڏنو. هن جي اکين ۾ اٿلي آيل ڳوڙهن گهڻو ڪجهه
سمجهائي ڇڏيو. ملڪي سياسي قيادت طرفان پنهنجي پير تي
ڪهاڙو هڻڻ جو جيڪو قدم کنيو ويو آهي. ان بابت هو پاڻ بہ
چڱي پر آگاهہ آهن، پر سندن ٻانهن ۾ اهو ٻل ناهي جو اها مٿان
پوندڙ بار سهي سگهي. ان ڪري سيني اهو چوندي ترميمون
منظور ڪيون تہ هنن مجبوري ۾ زهر جو ڪڙو ڍڪ پريو آهي.
هاڻي اهو زهر جمهوريت جي صحت تي ڪڏهن ٿو پنهنجو اثر
ڇڏي، ان لاءِ کين مستقبل جو انتظار ڪرڻ کان سواءِ ٻيو چارو
ناهي. هونئن بہ ڪڏهن ڪڏهن ڪن فيصلن جي مبارڪ وقت
کان وٺي پوندي آهي، ان ڪري شايد وقت اڳتي هلي
مبارڪون ڏيندو. سنڌ جا ماڻهو تہ اڳ ئي هن ملڪ جا ڪارا
آهن، انهن جي صحت تي ڪوبہ اثر نہ پوندو. ڇاڪاڻ تہ سندن
مٿان تہ اهي قدم بہ لاڳو هوندا آهن، جن جو آئين ۾ شڪ جي
بنياد تي بہ ذڪر نہ هوندو آهي. ان ڪري هن ديس جي ماڻهن لاءِ
قانونن جو نهڻ يا ڍهڻ ڪا معنیٰ نہ ٿو رکي. فڪر انهن کي
ڪرڻ گهرجي، جيڪي وفاداري جو ثبوت ڏيندي ڏيندي پنهنجا
سر فدا ڪرائڻ گهرن ٿا.

مذهب جي نانءَ تي دهشتگردي جو خاتمو، انتهاپسندي
جو انت، فرقيواريت جو جن بوتل ۾ بند ڪرڻ هن ملڪ جي

حقيقي معنيٰ ۾ خير خواهه ماڻهن جو مطالبو رهيو آهي. ملڪ منجهه مڙني ماڻهن جو بنا ڪنهن مذهب، رنگ ۽ نسل جي عزت ڀريو جياپو سنڌ سميت سڄي ملڪ جي باشعور ماڻهن جو مقصد رهيو آهي، ان لاءِ هن ملڪ جي ماڻهن پنهنجون جانيون قربان ڪيون آهن، پر سندن اها خواهش ان ايجنڊا جو ڪاڄ نه بڻجڻ گهرجي، جنهن سان رهيون ڪهيون آزاديون به ختم ڪيون وڃن. ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته ملڪ ۾ جمهوريت کي ڪمزور ڪرڻ بدران ان کي وڌيڪ سگهارو ڪيو وڃي. جمهوري ادارن ۽ آزاد عدليه جو مان مٿانهون رهڻ گهرجي.

(**چِپيل**: 7 جنوري 2015ع)

# ڪالاباغ ڊيم جو نئون رينگٽ

وفاقي حڪومت، تڪراري ڪالاباغ ڊيم جي مئل گهوڙي کي وري جيئارڻ جو فيصلو ڪيو آهي. ڪالهه پاڻي ۽ بجلي جي وزارت قومي اسيمبلي کي لکت ۾ آگاهي ڏني آهي ته اتفاق راءِ پيدا ٿيڻ بعد ڊيم تي ڪم شروع ڪيو ويندو .قومي اسيمبلي کي پاڻي ۽ بجلي واري وزارت پاران لکت ۾ آگاهي ڏني وئي ته ڪالاباغ سميت ٻين ڪيترا ئي ڊيم اڏڻ جو منصوبو جوڙيو آهي. لکت ۾ آگاهي موجب ڪالاباغ ڊيم جي تفصيلي ڊيزائن ۽ دستاويز مڪمل آهن، اتفاق راءِ پيدا ٿيڻ بعد منصوبي تي ڪم شروع ڪيو ويندو. پاڻي ۽ بجلي واري مملڪتي وزير عابد شير علي جو چوڻ آهي ته داسو ڊيم منصوبو جلد مڪمل ڪيو ويندو ۽ ان حوالي سان تياريون ڪري ڇڏيون آهن.

ڪالاباغ ڊيم هڪ مئل گهوڙو آهي، جنهن کي جيئارڻ ممڪن ئي ناهي. گڏريل اسيمبلي متفقه طور ان منصوبي کي اڳ ئي تڪراري قرار ڏئي رد ڪري چڪي آهي. اها اسيمبلي جنهن جو حصو مسلم ليگ (ن) پڻ هئي، ڪالاباغ ڊيم جيئن ته ملڪي سالميت لاءِ خطري مثل هڪ منصوبو آهي، تنهن ڪري سياسي عقل ۽ دانش ته ڪنهن به صورت ۾ اهڙي تڪراري منصوبي کي اڳتي وڌائڻ جي اجازت نه ٿيون ڏين، جنهن سان ملڪ جا بنيادن ئي لڏي وڃن. ڪالاباغ ڊئم جنهن کي ملڪ جي

ٽن صوبن تڪراري منصوبو قرار ڏيندي ان کي ملڪ جي سالميت خلاف قرار ڏنو آهي، هن تڪراري منصوبي کي هميشہ لاءِ ختم ڪرڻ لاءِ ٽنهي صوبن جن ۾ سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد صوبو شامل آهن انهن جي آئين ساز ادارن صوبائي اسيمبلين مختلف وقتن تي ٺهراءَ منظور ڪري ڪالاباغ ڊئم رٿا کي مڪمل طور تي رد ڪيو آهي. اهڙي منصوبي تي ٻيهر ڳت ڏيڻ ملڪ سان ڪا خيرخواهي چئي نہ ٿي سگهجي.

ڏنو وڃي تہ ڪالاباغ ڊيم اهو منصوبو آهي، جيڪو سنڌ کي مڪمل طرح سڪائيندو ۽ خيبرپختونخواهہ کي ٻوڙيندو، اهوئي سبب آهي جو هيءُ منصوبو ٻنهي صوبن ۽ اتان جي عوام لاءِ زندگي ۽ موت جو مسئلو آهي. گڏوگڏ بلوچستان جيئن تہ گڏوءَ کان هيٺ سنڌوءَ مان پاڻي کڻي ٿو، تنهن ڪري ڊيم جي صورت ۾ سنڌ سڪڻ جي امڪانن سبب ڏئي آهي تہ بلوچستان کي بہ جيڪي پاڻي 1991ع واري ٺاهہ تحت ملي رهيو آهي، سو بہ ملڻ بند ٿي ويندو، اهو ئي سبب آهي جو سنڌ ۽ خيبرپختونخواهہ سان گڏوگڏ بلوچستان بہ هن منصوبي جو نہ رڳو مخالف آهي پر ان کي اسيمبليءَ جي ذريعي رد بہ ڪري چڪو آهي. صرف پنجاب ئي ورهين کان وٺي ڪالاباغ ڊيم جي وڪالت ڪندو رهيو آهي. پنجاب جي بہ پاپولر سياسي جماعت مسلم ليگ (ن) جو جيتري قدر تعلق آهي تہ اها بہ ماضيءَ جي موقف جي پيٺ ۾ هينئر اهو ئي چئو موقف رکي ٿي تہ تڪراري ڊيم ٺهڻ نہ گهرجي.

جڏهن ملڪ جا ٽي صوبا ۽ اهم سياسي جماعتون بشمول حڪمران جماعت جڏهن هن منصوبي جي حق ۾ ناهن

تہ پوءِ اوچتو ئي اوچتو هيءُ منصوبو چو اپاريو ويو آهي؟ هيءُ منصوبو جنهن جماعت طرفان اٿاريو ويو آهي. تنهن جي پنهنجي صفن ۾ بہ هن منصوبي تي شديد اختلاف آهن. مسلم ليگ (ن) سنڌ جي قيادت ان منصوبي خلاف آهي ۽ هو اهڙي منصوبي جي حمايت ڪرڻ بدران پارٽي ڪي ٽي طلاقون ڏئي سگهي ٿي. نواز ليگ حڪومت طرفان تڪراري ڪالاباغ ڊئم جي اڏاوت کي چئني صوبن جي رضامندي سان مشروط ڪرڻ وارا بيان بہ چڻ ٽن صوبن جي عوام تي ٺٺولي برابر آهن. ان ڪري ملڪي سالميت کي نظر ۾ رکندي ان قسم جي راڳڻي بند ٿيڻ گهرجي.

(**چيپيل**: 8 **جنوري** 2015ع)

## ٿر لاءِ اعلان اثر ڇو نہ ٿا ڪن؟

ٿر ۾ وزيرن، ڪامورن ۽ سياستدانن جي آوت جاوت جاري آهي. پر ٿرين جي قسمت ۾ ڪابہ تبديلي نہ اچي سگهي آهي. ٻارڙا بہ موت جي منهن ۾ وڃن پيا، عورتون ۽ ٻڍڙا بہ سڏڪي سڏڪي ساهہ ڏين پيا. هاڻي تہ ڏڪار جي راڪاس ٿر جون سرحدون اورانگهي ٻين علائقن تي بہ حملو ڪيو آهي. ٿرپارڪر ڪانپوءِ ڪوهستان ۾ اڇڙي ٿر ۾ بہ سوين ٻارڙا وبائي بيمارين ۾ ورتجي ويا آهن. ڏُڪاريل ڏيهہ ٿر ۾ معصوم گلن جي ڪومائجڻ جو سلسلو رُڪجي نہ سگهيو، وڏيڪ چئن نينگرين جي فوت ٿيڻ ڪانپوءِ هڪ سئو ڏينهن دوران فوتي ٻارڙن جو انگ وڌي 339 تي ويو آهي. مٺي سول اسپتال ۾ تازيون 3 ٻارڙيون فوت ٿي ويون، جن ۾ اڪبر جوڻيجي جي 8 ڏينهن جي ڌيءُ بيبي، ڳوٺ گوديار جي رهواسي رحم علي جي ڌيءُ حسينا ۽ ڳوٺ ڏيٽا ڀيل جي رهواسي ڪِسرو جي ٻن ڏينهن ٻارڙي شامل آهي. ڪلوئي جي ڳوٺ حاجي خان لنڊ ۾ عبدالرزاق جي ٻن ڏينهن جي ڌيءُ رضوانا لنڊ فوت ٿي وئي. آواز نيوز کي مليل انگن اکرن موجب اجوڪي ڏينهن دوران وڌيڪ چئن ٻارڙين جَي فوت ٿيڻ بعد 100 ڏينهن دوران فوتي ٻارڙن جو انگ وڌي 339 تي ويو آهي. هوڏانهن ڏُڪار سبب ڏک، بک ۽ بيمارين جي گهيري هيٺ آيل وڌيڪ ڪيترائي

معصوم ٻارڙا اسپتالن ۾ زندگي ۽ موت جي ٻه واٽي تي بيٺل آهن.
جڏهن ته سموري حڪومتي مشينري، سياسي سماجي تنظيمن ۽ ٻين ادارن جي ٽر ۾ موجودگي باوجود ڏڪار سٽيل ماڻهن جي حالت بهتر نه ٿي، مٺي جي آس پاس ۽ ڏورانهن علائقن ۾ رهندڙ اقليتي برادرين وٽ ڪير به نه پهتو، صرف ڪجهه ماڻهن وٽ امدادي سامان پهچايو ويو. ٿر جا هزارين ماڻهو اڃا تائين حڪومتي امداد جا منتظر آهن، ڪروڙين روپيا امداد جي اعلانن باوجود ماڻهو بکن ۾ پاهه ٿي ويا، بک ۽ بيمارين وڌيڪ ٽن ٻارڙن کان زندگيون کسي ورتيون، سوين ٻارڙا اسپتالن ۾ داخل ڪيا ويا آهن. سنڌ حڪومت پاران فوتي ٻارڙن جي وارثن لاءِ اعلانيل 2_2 لک روپيا ڪنهن هڪ متاثر کي به اڃان تائين نه مليا ۽ نه وري فوت ٿيل ٻارڙن جي لسٽ تيار ڪئي وئي آهي. ٿر جي ڏڪار متاثر ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ امدادي سرگرميون شروع ئي ناهن ٿيون، نالي ماتر امدادي ٽيمون توڙي ميڊيڪل ڪئمپون به رڳو شهرن تائين محدود آهن، ماڻهو کاڌ خوراڪ وٺڻ لاءِ ڪيترائي ميل پنڌ ڪري شهرن ڏانهن اچي رهيا آهن. ڏورانهن علائقن جا ماڻهو پاڙو نه هئڻ ڪري شهرن ۾ قائم امدادي ڪئمپن تائين پهچڻ کان به لاچار بڻيل آهن، جهن ڪري سندن ٻار بيمارين وگهي فوت ٿي رهيا آهن. امداد جي وڏن وڏن اعلانن باوجود ٿر جي ڏڪار متاثر علائقن ۾ اڃا تائين صورتحال انتهائي خراب آهي، جتي مارو ماڻهو کاڌ خوراڪ جو سامان ۽ پيئڻ جو پاڻي نه هئڻ سبب بک ۽ اڃ ۾ پاهه ٿي رهيا آهن. ڏڪار متاثر علائقن جي ماڻهن جي

امدادي سامان نہ ملڻ ڪري وڏي انگ ۾ لڏپلاڻ جاري آهي، وڏيڪ ڪيترائي ڳوٺ خالي ٿي ويا آهن. حڪومتي اعلانن باوجود ڏڪار متاثرن کي اجا تائين ڪڻڪ مڪمل طور تي ناهي ملي سگهي، جنهن ڪري گودامن ۾ پيل ڪڻڪ بہ سڙي خراب ٿي رهي آهي، ڪڻڪ نہ ملڻ خلاف ڏڪار متاثرن مختلف علائقن ۾ احتجاج پڻ ڪيو آهي. سنڌ جي وڏي وزير سيد قائم علي شاهہ ٿر پهچي ڪامورن سان گڏجاڻيون ڪيون آهن. اجلاسن بعد ٿيل اعلان تہ وڏو آٿت ۽ ڏڍ ڏيندڙ آهن، پر سرزمين تي ڪجهہ نہ نظر نہ ٿو اچي. هي صورتحال ٻڌائي ٿي تہ اسان جا حڪمران ۽ ڪامورا ايڏا تہ بي حس آهن جو ڏڪار جهڙين حالتن ۾ بہ هو روايتي سستي ۽ لاپرواهي ڇڏڻ لاءِ تيار ناهن. يا تہ هنن ڪڏهن هنگامي حالتن ۾ ڪم ڪرڻ سکيو ئي ناهي يا سندن من ۾ ماڻهپي نالي ڪابہ شيءِ موجود ناهي. ان ڪري ماڻهو مرن پيا، هو اجلاس ڪرڻ ۽ اعلان ڪرڻ ۾ پورا آهن. امداد رڳو اعلانن ۾ نظر اچي ٿي، مسڪين ماڻهن تائين ڪير بہ نہ ٿو پهچي.

(**چيپيل**: 9 **جنوري** 2015ع)

# سنا دهشتگرد ۽ خراب دهشتگرد

موجوده حڪومت طرفان جڏهن ملڪ جي اترين علائقن ۾ طالبان دهشتگردن خلاف آپريشن شروع ڪيو ويو هو تہ ان وقت حڪمرانن طرفان ”سنا ۽ خراب طالبان“ جو اصطلاح متعارف ڪرايو ويو هو. جنهن بعد ملڪ جي ڪجھ حلقن منجھ اهو خيال پختو ٿيڻ لڳو هو تہ بي گناھ ماڻهن کي ماريندڙ طالبان دهشتگردن ۾ بہ درجي بندي ٿي سگهي ٿي ۽ هو بہ ٻن ڪيٽيگرين سنن ۽ خراب ۾ ورهائي سگهجن ٿا. اترين علائقن ۾ آپريشن دوران اهو بہ تاثر پئدا ٿيو تہ حڪمران فقط انهن دهشتگردن خلاف ڪارروائي چاهين ٿا، جيڪي خراب طالبان آهن، يعني انهن ئي طالبان کي مارڻ جو ٽاسڪ هيو، جيڪي موجوده حڪمرانن جي سوچ ۽ ايجنڊا کان الڳ هيا، پر انهن طالبان کي ڪجھ بہ چوڻو نہ هيو، جيڪي حڪمرانن وٽ پسنديده هئا يا حڪمرانن جي ايجنڊا تحت ڪم هلائي رهيا هئا. حڪمرانن جي ان سني ۽ خراب طالبان واري ڪيٽيگري خلاف عوام منجھ سخت ڪاوڙ پکڙجڻ لڳي ۽ موجوده حڪمرانن جي ان عمل خلاف تنقيد ۾ واڌارو اچڻ لڳو. بعد ۾ پشاور ۾ معصوم ٻارڙن جي وحشياڻي قتل بعد حڪمرانن کي پاڻ اهو اعلان ڪرڻو پيو تہ هاڻي سنن ۽ خراب طالبان ۾ ڪوبہ فرق نہ ڪيو ويندو، سيني خلاف ڪارروائي ڪئي ويندي. خاص ڪري پشاور سانحي بعد وزيراعظم جي اهڙي بيان بعد اهو شڪ پڪ ۾ تبديل ٿي ويو تہ حڪمرانن

طالبان دهشتگردن ۾ پاڻ اها ڪيٽيگري مقرر ڪئي هئي.
هن وقت جڏهن آئين ۾ 21 ترميم ڪري سڄي ملڪ ۾ دهشتگردن خلاف ڪارروائي جو اعلان ڪيو ويو آهي ته ان وقت به حڪمران ساڳي غلطي ورجائي رهيا آهن. هن وقت به دهشتگردن ۾ به ڪيٽيگريون مقرر ڪيون ويون آهن. جن موجب هڪ سٺا دهشتگرد آهن ۽ ٻيا خراب دهشتگرد آهن، ان ڪري هاڻي سڄي ملڪ ۾ آپريشن فقط انهن دهشتگردن خلاف ڪيو ويندو، جيڪي خراب دهشتگرد آهن، ڦاهيون به انهن دهشتگردن کي ڏنيون وينديون، يا سندن ڦاهين جي سزا تي عمل ڪيو ويندو، جيڪي خراب دهشتگرد هوندا. پر سٺن دهشتگردن کي هن آپريشن مان ڪو به پوءِ يا پولو ڪرڻ نه گهرجي، جيڪڏهن اتفاق سان ڪنهن سٺي دهشتگرد کي ڪنهن عدالت ڦاهي جي سزا ڏني به آهي ته ان تي عمل نه ڪيو ويندو. دهشتگردن ۾ هي تفاوت ثابت ڪري ٿو ته حڪمران هن آپريشن ۾ به انهن دهشتگردن کي نشانو بڻائڻ گهرن ٿا، جيڪي سندن ايجنڊا خلاف ڪم پيا ڪن يا حڪمرانن جي ”گڊ بوڪ“ ۾ سندن نالو موجود ناهي. اهو ئي سبب آهي جو جي يو آءِ سربراهه مولانا فضل الرحمان حڪومت جي 21 هين آئيني ترميم تي ڪاوڙيل نظر پيو اچي ۽ دهشتگردن وچ ۾ درجابندي کي ملڪ ۽ عوام خلاف هاجيڪار عمل قرار ڏئي رهيو آهي. مولانا صاحب کي خدشو آهي ته هن آپريشن دوران ڏاڙهي وارن ۽ بي ڏاڙهين ۾ فرق رکي فقط هڪ مخصوص ڌر کي نشانو بنايو ويندو. جڏهن ته ٺيڪ ائين گهرجي ته جيڪو به ماڻهو يا ڌر هٿيارن جي زور تي عوام کي يرغمال بنائي

وينني آهي ۽ سندس عسڪري ونگ معصوم ماڻهن جي خون جي پياسي آهن، ان خلاف ڪارروائي ٿيڻ گهرجي. قاتل ۽ رهزن ڏهاڙي سان هجي، يا بنا ڏاڙهي جي، ان خلاف قانون ساڳي ريت حرڪت ۾ اچي. پشاور ۾ بم ڦاڙيندڙ ۽ لاهور يا ڪراچي ۾ ماڻهو ماريندڙ ۾ ڪوبہ فرق نہ رکڻ گهرجي. جيڪڏهن ”سٺن ۽ خراب طالبان“ وانگر دهشتگردن ۾ بہ ڪارروائي دوران اها ڪيٽيگري مقرر ڪئي وئي تہ ملڪ کي دهشتگردي مان نجات ڏيارڻ وارو خواب ساپيان ٿي نہ سگهندو. معصوم ماڻهو مرندا رهندا، جنازا ڪڄندا رهندا، پوءِ اها قيامت ڪڏهن لاهور تي ڪڙڪندي تہ ڪڏهن ڪراچي ۾ مائرن جون جهوليون خالي ٿينديون.

(**چپيل**: 10 **جنوري** 2015ع)

# ڪاش بدنصيب بس جا ماڻهو ڪراچي واسي هجن ها!

ڪراچي جي ملير واري علائقي ۾ بدترين روڊ حادثي ۾ 62 ماڻهو سڙي فوت ٿيڻ تي سڄي سنڌ سوڳ ۾ ورتل آهي. ڪالهه رات هن انتهائي ڏکوئيندڙ ۽ جيءُ جهوريندڙ حادثي ۾ 62 ماڻهو سڙي فوت ٿي ويا، جن ۾ 8 ڪن عورتون ۽ ڪجهه ٻار شامل آهن. بدنيصب ڪوچ ڪراچي کان شڪارپور وڃي رهي هئي ته ملير جي علائقي ۾ ٽينڪر جي ٽڪر سبب بس کي باهه لڳي وئي. جنهن سبب بس ۾ وينل باهه جي شعلن جي ور چڙهي ويا، جنهن وقت بس کي باهه لڳي ته علائقي جي ماڻهن ۽ بس جي ڇت تي ويهڻ سبب بچي ويل ماڻهن انتظاميه کي حادثي بابت هڪ کان ڪيئي ڀيرا اطلاع ڏنو، پر اطلاع ڏيڻ باوجود انتظاميه جو ڪوبه ماڻهو واقعي واري هنڌ نه پهتو. جنهن سبب بس ۾ ڦاٿل ماڻهو ٻن ڪلاڪن تائين باهه جي شعلن ۾ سڙندا رهيا. ڪين ڪوبه بچائڻ نه آيو. حادثو ڪو اهڙي هنڌ تي ڪونه ٿيو هو، جتي پهچي نه سگهجي يا پهچڻ ۾ ڪو وقت لڳي پر هي سانحو سنڌ جي گادي واري شهر ۾ ٿيو هو. سڏ پنڌ تي اسٽيل مل جون فائر برگيڊ موجود هيون، پر اطلاع باوجود اهي حادثي واري هنڌ نه موڪليون ويون. اسٽيل مل انتظاميه باهه ۾ سڙندڙ ماڻهن کي بچائڻ لاءِ فائر ٽينڊرز موڪلڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. اسٽيل مل ڪا آفريڪا ۾ نه هئي، نه وري علائقي غير ۾ هئي جو اها معصوم ماڻهن کي بچائڻ کان انڪاري هئي. سنڌ جي سرزمين تي قائم اداري جي

انتظاميہ کي اها همت ڪيئن ٿي جو ان سنڌ جي ماڻهن کي بچائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. اسٽيل مل انتظاميہ جي هن وحشپڻي ۽ انسانيت کان عاري عمل جو هن وقت تائين ڪنهن بہ حڪومتي عملدار نوٽيس نہ ورتو آهي. جڏهن تہ هن وقت انڪار ڪندڙ عملدار معصوم ماڻهن جي قتل جي الزام ۾ جيل ۾ هجڻ گهرجن ها.

بدنيصب بس سان حادثي ۾ 62 جانيون ضايع ٿيڻ واري دکدائڪ واقعي بعد سنڌ حڪومت جو ڪردار بہ انتهائي شرمناڪ رهيو. ڪراچي جي انتظاميہ بہ حادثي واري هنڌ وقت سر فائر برگيڊ موڪلڻ ۾ غفلت جو مجرماڻو مظاهرو ڪيو. جيڪڏهن وقت سر فائر برگيڊ پهچي ها تہ ڪيترين ئي حياتيون بچائي سگهجن پيون. پر شايد ڪراچي ۾ سنڌ حڪومت جو وس نہ هلندو آهي يا شهر تہ ڪنهن ٻئي ٽولي جي حڪمراني آهي، جنهن کي هنن معصوم ماڻهن جي جانين بچائڻ سان ڪوبہ سروڪار نہ هيو. حڪومت جو ڪوبہ چونڊيل نمائندو، وزير يا خود وڏو وزير واقعي واري هنڌ نہ پهتا، نہ وري اسپتال ۾ بہ ڪو حڪومتي عملدار يا چونڊيل نمائندو نظر آيو. فوتين جا وارث انهائي بي وسي جي عالم ۾ پنهنجن پيارن بابت ڄاڻ وٺڻ لاءِ دربدر ٿيندا رهيا. ڏورانهن علائقن سکر، شڪارپور ۽ جيڪب آباد ضلعي کان ايندڙ سوڳوارن جي ڪنهن بہ مدد نہ ڪئي. ڪراچي ۾ هڪ سياسي ڌر جي هڙتال سبب ٽرانسپورٽ بند هجڻ ڪري فوتين جا وارث قائد آباد ۽ سهراب ڳوٺ ۾ پهچڻ بعد اسپتال تائين پهچڻ لاءِ پريشان رهيا، پر حڪومت ڪٿي بہ نظر نہ آئي، ڪيترائي ماڻهو

پنهنجن پيارن جا لاش يا سندن خيريت معلوم ڪرڻ لاءِ پيرين پنڌ اسپتال پهتا. حڪومت طرفان سڀ وسيلا هجڻ باوجود متاثرن کي اسپتال پهچائڻ تائين ٽرانسپورٽ به مهيا نه ڪئي وئي. اسپتال پهتل سوڳورا به هڙتال سبب دربدر ٿيندا رهيا. هڙتال سبب سندن اهنجن ۾ ويتر اضافو اچي ويو. ٿيڻ ته ايئن گهرجي ها ته ڪراچي شهر ۾ 62 ماڻهن جي فوت ٿيڻ بعد واسطيدار ڌر طرفان خالص انساني بنيادن تي هڙتال جو سڏ واپس ورتو وڃي ها، پر ايئن نه ڪيو ويو. جنهن سبب سانحي جا متاثر ماڻهو ويتر تڪليفن ۽ ڏکيائين جو شڪار رهيا. بدنصيب بس سان حادثي ۾ سڙي ويلن جو ڏوهه فقط اهو هو ته هو ڪراچي جي ڪنهن ڪالوني جا رهواسي نه هيا، سندن اهو به ڏوهه هيو ته هو شڪارپور، سکر، جيڪب آباد ۽ ٻين شهرن کان ڪراچي چو آيا هئا؟ ان ئي گناهه سبب سندن ڪنهن به واهر نه ڪئي. ڪوبه ڪين بچائڻ نه آيو. ڪنهن وزير ڪبير کي فوتين جي وارثن جا ڳوڙها اگهڻ جو وقت نه مليو. فوتين جو ڏوهه اهو به هو ته هو لاوارث قوم جا فرزند هئا، هو سياسي طور لاوارث هئا. هو بولٽن مارڪيٽ ۽ ٽمبر مارڪيٽ جي سڙيل دڪانن جي ڪاٺ جيتري به اهميت رکندڙ نه هئا، جو سندن سڙڻ ته سنڌ حڪومت کي پنهنجي جياپي جو خطرو ورائي وڃي ها ۽ سنڌ سرڪار کي سندن لاءِ پريشان ٿئي ها. هو ته اهڙي سادي سودي قوم جا بدنصيب فرزند هئا جنهن قوم کي بليڪ ميلنگ ته ڇڏيو پر پنهنجي موت ۽ حياتي جي معاملن تي به ڪجهه ڪرڻ جو خيال به ورهين کان پوءِ يانصيب هوندو آهي. (چيپيل: 12 جنوري 2015ع)

# وفاق ڪي سنڌ چو نہ ٿي وڻي؟

سنڌ جا معدني وسيلا باقي ملڪ لاءِ تہ فائديمند رهيا آهن، پر انهن جي فائدن کان اصل ڌڻي محروم آهن. آئين ۾ 18 ترميم بعد معدني وسيلن جي مالڪي صوبن حوالي ٿي هئي، پر ان تہ بہ مڪمل طور عمل ٿي نہ سگهيو. هاڻي وفاقي حڪومت سنڌ کان پنهنجي گئس تي مالڪي جو اختيار کسڻ گهري ٿي. وفاقي وزير اهڙا سرڳات پيا ڪن تہ گئس وفاق جي ملڪيت آهي. ان سلسلي ۾ آئين ۾ ترميم ڪرڻ جي تيارين جا بہ پڙاڏا ٻڌڻ ۾ پيا اچن. پاڪستان ٺهڻ کان وٺي سنڌ جا معدني وسيلا تيل، گئس ۽ ڪوئلو هتان جي ماڻهن جي ملڪيت تسليم نہ ٿي ڪئي وڃي. قدرت اهي نعمتون جن ماڻهن کي عطا ڪيون آهن، انهن کان انهن کي محروم ڪيو ويو آهي. پاڪستان ٺهڻ کان وٺي هيل تائين سنڌ جي تيل، گئس، بجلي، بندرگاهہ ۽ ٻين گذرسفر جي وسيلن تي هڪ مخصوص گروهہ قابض آهي. ان قبضي ڇڏائڻ لاءِ سنڌ جا ماڻهو هر دور ۾ پرامن ۽ جمهوري انداز ۾ جدوجهد ڪندا آيا آهن، پر ان جو حڪمران نوٽيس وٺڻ لاءِ تيار ناهن. حڪومت ڪٿي ڪنهن جي بہ هجي پر سنڌ جي ماڻهن کي سک نصيب نٿو ٿئي. پاڪستان ٺهڻ کان وٺي اهي سورن ۾ زندگي گهاري رهيا آهن، دانهون ڪوڪون ڪرڻ جي باوجود انهن جي ڪيس جي شنوائي ئي نٿي ڪئي وڃي. سنڌ جون زمينون نيلام ڪري ٻاهرين ماڻهن کي وڏا

مالي فائدا رسايا ويا، ساحلي علائقن تي بہ وڏا قبضا ٿي چڪا آهن جڏهن تہ وڏيڪ قبضا ڪرڻ جي لاءِ ترقي جي نالي تي نوان منصوبا جوڙيا پيا وڃن.

سنڌ مان نڪرندڙ تيل ۽ گئس جا زخيرا بہ مال غنيمت سمجهي استعمال ڪيا پيا وڃن. انهن جو ڦل جيڪو مڪاني ماڻهن کي ملڻ گهرجي، اهو ملڻ تہ نهيو پر جيڪي قانوني طور تي ناهہ ڪيا ويا آهن انهن تي بہ عمل نہ پيو ڪيو وڃي. دستاويزن مطابق هر ڪمپني کي سنڌ جي تيل توڙي گئس وارن علائقن ۾ ساليانو 30 کان 35 ڪروڙ خرچ ڪرڻو آهي پر اهي ڪمپنيون مخصوص رقم جو 60 سيڪڙو تہ خرچ ئي نٿيون ڪن، باقي رقم بہ غير تعميراتي ڪمن تي خرچ ڪن ٿيون. تيل ۽ گئس ڪيندڙ ڪمپنيون مخصوص فنڊ جو 60 سيڪڙو رقم استعمال نٿيون ڪن باقي رقم بہ ماڻهن جي ترقي بدران وڏين آفيسن جي قيام توڙي فرنيچر جي خريداري ۽ ٻين غير ترقياتي عملن تي خرچ ڪيو وڃي ٿو. سنڌ ۾ تيل ۽ گئس ڪيندڙ ڪمپنيون پنهنجي مرضيءَ سان ڪم ڪن ٿيون جنهن جو علائقن جي عوام کي فائدو نٿو ٿئي. سنڌ ۾ تيل ۽ گئس ڪمپنين جي خلاف وڏي نفرت پکڙجي رهي آهي. اسان سمجهون ٿا تہ تيل ڪمپنين سان ڪيل ناهن تي عمل ڪرائڻ حڪومت جي ذميواري آهي، ماڻهو آمراڻن دورن ۾ تہ ظلم ۽ ڏاڍايون سهندا رهن ٿا پر جڏهن ساڳيو رويو جمهوري حڪومتن دوران بہ جاري رکيو وڃي ٿو تہ کين صدمو رسي ٿو ۽ جمهوريت بہ هنن جي لاءِ اجنبي بڻجيو وڃي ٿي. هن وقت جڏهن اقتدار ڏٺي بہ سمجهن ٿا تہ سنڌ جي ماڻهن سان معدني

وسيلن جي مالڪي، انهن وسيلن تي روزگار جي سلسلي ۾ ارهه زورائي ٿي رهي آهي، ته ان جو تدارڪ ٿيڻ گهرجي. چاڪاڻ ته ان ئي نااانصافي خلاف بلوچستان ۾ باهه ٻريل آهي، اتان جا ماڻهو هاڻي حق ڇني وٺڻ واري واٽ اختيار ڪري چڪا آهن. ڇاڪاڻ ته جڏهن عوام جي جمهوري جدوجهد کي مان نه ڏنو ويندو يا ان کي ڏنڊي جي زور تي دٻايو ويندو ته اها پنهنجا گس ۽ پيچرا پاڻ ڳوليندي آهي. هن وقت جڏهن سنڌي ماڻهن جي پرامن آواز کي مان نه ٿو ڏنو وڃي ته ان جا نتيجا به اهڙا نڪري سگهن ٿا، جيڪي هن ڪان اڳ دنيا اندر نڪتا آهن. سنڌ جي قدرتي وسيلن تي وفاق طرفان ڌاڙي جي ڪهاڻي پراڻي آهي. سنڌ 70 سيڪڙو روينيو ملڪي معيشت ۾ پول ڪري ٿي ۽ موٽ ۾ ان کي ڇا ٿو ملي؟ گئس جي رائلٽي وارو مامرو اجا اٽڪيل ئي آهي ته وفاق جو اهو موقف ته گئس تي صوبن نه پر وفاق جو اختيار آهي ٻرنديءَ تي تيل هارڻ برابر عمل آهي. لڳي ٿو ته وفاق کي سنڌ جو وجود ۽ ان جو پاڪستاني وفاق ۾ هجڻ پانءِ نه ٿو پوي.

(**چيپل**: 13 **جنوري** 2015ع)

## ڪمند جو بحران ۽ حڪومت جي خاموشي

سنڌ ۾ ڪمند جو بحران شديد ٿي رهيو آهي. شگر ملز مالڪن جي هٺ ڌرمي سبب سنڌ جي زرعي معيشت تباهي جي ڪناري تي پهچي چڪي آهي .خاص ڪري ڪمند پوکيندڙ آبادگار سخت پريشان آهن، ڪين ڪمند جي خريداري نہ ٿيڻ سبب اربين روپيين جي نقصان جو خطرو آهي. مل مالڪ ڪمند جو سرڪاري اگهہ ڏيڻ لاءِ تيار ناهن. ڪالهہ سنڌ اسيمبليءَ اجلاس دوران ڪمند جو اگهہ نہ ملڻ تي مخالف ڌر سخت احتجاج ڪيو. ان موقعي تي حڪومت ۽ مخالف ڌر جي ميمبرن ۾ سخت جملن جي ڏي وٺ ٿي ۽ مخالف ڌر ايوان مان واڪ آئوٽ ڪيو.. ڪالهہ ڪمند جي سرڪاري اگهہ تي عمل نہ ٿيڻ بابت ڳالهائڻ تي اجازت نہ ملڻ تي اپوزيشن ليڊر شهريار مهر احتجاج ڪيو. شهريار مهر چيو تہ سنڌ جي آبادگارن جو مسئلو آهي، ايوان ۾ ڳالهائڻ کان نہ روڪيو وڃي. نثار کهڙي چيو تہ آبادگارن جي مسئلن جي ڄاڻ آهي، اپوزيشن پوائنٽ اسڪورننگ نہ ڪري. ان موقعي تي شهريار مهر کي ڳالهائڻ جي اجازت نہ ملڻ تي اپوزيشن ۽ حڪومتي ميمبرن ۾ سخت جملن جي ڏي وٺ ٿي. اپوزيشن ليڊر چيو تہ حڪومت طرفان

ڪمند جو اگهه هڪ سئو 82 رپيا في مڻ مقرر ڪيو ويو آهي، پر شگر ملز انتظاميه ان تي عمل نه ڪري رهي آهي. نثار کهڙي چيو ته حڪومت شگر ملز بند ٿيڻ ۽ سرڪاري اگهه تي عمل نه ٿيڻ جو نوٽيس ورتو آهي. هن چيو ته حڪومت کي آبادگارن جي تڪليف جو احساس آهي، سنجيدگي سان مسئلو حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي. سينيئر وزير چيو ته شگر ملز طرفان عدالت وڃڻ بعد مسئلا آهن ۽ شگر ملز مالڪن جي ڪيس تي عدالت ٻڌڻي لاءِ فيبروري جي تاريخ طئي ڪئي آهي. شهريار مهر چيو ته حڪومت شگر ملز مالڪن خلاف کهڙو ايڪشن ورتو آهي، جنهن تي نثار کهڙي چيو ته شگر ملز مالڪن ۽ آبادگارن وچ ۾ تڪرار سان ڪمند جو فصل تباهه ٿي ويندو. سيد سردار احمد چيو ته سپريم ڪورٽ اسٽي آرڊر نه پر ٻڌڻي جي تاريخ مقرر ڪئي آهي، سنڌ حڪومت کي هاءِ ڪورٽ جي فيصلي تي عمل ڪرڻ گهرجي. سينيئر وزير نثار کهڙي جي بيان تي مخالف ڌر جي ميمبرن شيم شيم جا نعرا هنيا ۽ ايوان مان علامتي واڪ آئوٽ ڪيو.
شگر ملز مالڪن خلاف حڪومت جي خاموشي تي آبادگارن ۾ ڏينهون ڏينهن سخت تاءُ پکڙي رهيو آهي. ڪالهه ڪراچي ۾ آبادگارن ۽ سينئر سياستدانن جي اجلاس ۾ ڪمند جي اگهه نه ملڻ خلاف 27 جنوري تي حيدرآباد ۾ سپر هاءِ وي تي ڌرڻو هڻڻ جو اعلان ڪيو ويو آهي. آبادگار اڳواڻن حڪومت کي چتاءُ ڏنو آهي ته ڪمند جو سرڪاري اگهه نه ملڻ خلاف هو تحريڪ کي وڌيڪ وسيع ڪندا. ڪمند جي معاملي تي حڪومت جي لڳاتار خاموشي افسوسناڪ آهي، سنڌ جي آبادگارن کي نقصان رسي

رهيو آهي، پر ان معاملي کي هرويرو اينگاهيو پيو وڃي. جيڪڏهن اڄ آبادگارن کي شگر ملز مالڪن جي رحم ڪرم تي ڇڏيو ويو ته سياڻي سنڌ ۾ ڪمند جي پوک ڏسڻ لاءِ به نه ملندي. پوءِ شگر ملز مالڪ پنهنجون چمنيون ڪيئن دکائيندا. هي معاملو انتهائي حساس آهي، ان کي جيڪڏهن حل نه ڪيو ويو ته سياڻي ڪنڌ جو بحران پيدا ٿيڻ جو خدشو آهي.

(**ڇپيل:** 22 **جنوري** 2015ع)

## سنڌ کي پابندي مڙهيل تنظيمن کان بچايو

دهشتگرديءَ ۾ رڳيل هٿ ڪٽي ڏيهه توڙي پرڏيهه ۾ پيل ڪندڙ اُهي ماڻهو يا تنظيمون جن بابت سالن کان عام طور تي چيو ويندو هو تہ انهن جا ڪردار انسان سوز ۽ ذلت آميز آهن پر اسان جي حڪومت کي خبر ناهي ڇو اهي ڳالهيون سندن ذهن توڙي ضمير کي نہ ٿي آئڙيون. حافظ سعيد جو نالو رڳو ممبئي واقعي سان ملوث نہ هو پر انهيءَ کانپوءِ بہ هو پنهنجي ڪرت کي جاري رکڻ لاءِ، نيٽ ورڪ کي وڌيڪ مضبوط ۽ مستحڪم ڪرڻ جون ڪوششون ڪندو رهيو آهي. انهيءَ دوران اسان ڏٺو آهي تہ خاص طور تي سنڌ جي مختلف شهرن جهڙوڪ ماتلي، ٽنڊوآدم، مٺي ۽ ٻين جاين تي هن پنهنجا ٽاڪ ٺاهڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي آهي. اطلاع آهن تہ حڪومت پنهنجي پاليسيءَ نظرثاني ڪندي، دهشتگرديءَ بابت جوڙيل ايڪشن پلان تي تيزي سان ڪم ڪرڻ لاءِ جماعت الدعوه ۽ حقاني نيٽ ورڪ جا ڪالعدم تنظيم طور انهن جا اثاثا ۽ بئنڪ اڪائونٽ منجمند ڪرڻ سان گڏوگڏ حافظ سعيد جي سفر تي پابندي وجهڻ جو پڻ اعلان ڪيو آهي. ملڪ جي پرڏيهي ترجمان تسنيم اسلم پنهنجي هفتيوار بريفنگ دوران مختلف سوالن جا جواب ڏيندي چيو آهي تہ هاڻ گڏيل قومن طرفان جماعت الدعوه سميت ڪجهہ تنظيمن کي پابندي مڙهيل تنظيمن جي فهرست ۾ شامل ڪيو

ويو آهي تنهن ڪري پاڪستان هڪ ميمبر ملڪ طور انهن کي ڪالعدم قرار ڏيڻ جو پابند آهي. هڪ سوال جي جواب ۾ هن اهو به چيو ته "پاڪستان تي دهشتگرديءَ جا الزام اُهي ماڻهو هڻن ٿا جيڪي نٿا چاهين ته دهشتگردي خلاف جاري آپريشن ڪامياب ٿئي ۽ پاڪستان سميت سڄي خطي ۾ امن قائم ٿئي". پرڏيهي ترجمان جي مٿي ڏنل بيان مان ظاهر ٿئي ٿو ته پشاور سانحي ڪانپوءِ جيتوڻيڪ دهشتگردي خلاف ايڪشن پلان ضرور جوڙيو ويو آهي ۽ ان تحت غير آئيني طور فوجي عدالتن جو قيام پڻ عمل هيٺ آندو ويو آهي پر انهيءَ باوجود اهو نٿو لڳي ته ڪو ملڪ جي اصل حڪمرانن ماضيءَ مان ڪجهه سکيو آهي. نيڪ اُن وقت جڏهن عالمي سطح تي اهي بحث ٿي رهيا آهن ته هڪ ملڪ جي حيثيت سان هاڻ پاڪستان دهشتگردن جي هڪ اهڙي نرسري بڻجي ويو آهي جتي سندن آبياري ڪئي پئي وڃي ۽ پوءِ انهن کي تيار ڪري دنيا جي مختلف ملڪن خلاف ڪتب آندو ٿو وڃي. نيڪ ان وقت ملڪي سرڪار کي ڳجهن ۽ طاقتور وسيلن هجڻ باوجود اها خبر نٿي پوي ته مذهب يا غير مذهب هجڻ جي بنياد تي ڪهڙا ماڻهو باڪردار ۽ ڪهڙا بدڪردار آهن؟ اسين سمجهون ٿا ته اهڙي پرک ۽ پروڙ ڪرڻ لاءِ ضروري ناهي ته ڳڏيل قومن جو ادارو آگاهه ڪري ۽ ملڪي انتظاميا ايستائين ستل رهي. بروقت قدم نه کڻڻ جو نتيجو اهو ئي آهي جو اڄ پاڪستان جو نالو دهشتگردن جي نرسريءَ طور سڃاتو وڃي ٿو ۽ نرسري مان تيار ٿيل بدڪردار ماڻهو ڏيهه توڙي پرڏيهه اندر پنهنجا ڪڌا مقصد حاصل ڪندا رهيا آهن.

هڪڙي پاليسي فوجي عدالتن جي قيام خلاف سپريم ڪورٽ ۾ داخل درخواست شنوائي لاءِ منظور ڪئي وئي آهي ته وري ٻئي پاسي جماعت الدعوه، حقاني نيٽ ورڪ ۽ ٻين تنظيمن کي گڏيل قومن جي احڪامن تحت ڪالعدم قرار ڏنو ويو آهي. ٻنهي رُخن جا نتيجا جيستائين سامهون اچن تيستائين اسين وفاقي توڙي صوبائي سرڪار سنڌ کان اهو مطالبو ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهون ٿا ته مٿي ذڪر هيٺ آيل دهشتگرديءَ وارا نيٽ ورڪ چاڪاڻ پنهنجا پير سنڌ تائين به پکيڙي چڪا آهن تنهن ڪري ضروري آهي ته انهن جي به ڪنهن ڪڙي اک سان اسڪيننگ ڪئي وڃي ۽ گڏيل قومن جي ڪنيل قدمن موجب سندن اثاثا هڪدم منجمند ڪيا وڃن ته جيئن سنڌي ماڻهو اهڙن مامرن کان محفوظ رهن، چاڪاڻ ته سنڌ پنهنجي تاريخ ۾ امن، محبت ۽ پيار جو هڪ اهڙو اجهو رهيو آهي جتي رنگ، نسل، ذات پات ڪانسواءِ سڀ ماڻهو مذهبي رواداريءَ سان هڪ ٿي رهيا آهن.

(**چيپل**: 24 **جنوري** 2015ع)

## وفاق جا فيصلا سنڌ خلاف ڇو ٿا وڃن؟

اقتصادي رابطا ڪميٽي سنڌ کي 4 لک ۽ پنجاب کي 8 لک ٽن ڪڻڪ پرڏيهه وڪڻڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي. سبسڊي ۾ پنجاب کي وڌيڪ رعايت ڏيڻ جو فيصلو ڪيو آهي، جڏهن ته بجلي جي سموري لاڳت به قيمت ۾ شامل ڪرڻ جي منظوري ڏني وئي آهي. اقتصادي رابطا ڪميٽي جو اجلاس ناڻي واري وزير اسحاق ڊار جي صدارت هيٺ ٿيو، جنهن ۾ بجلي پيداوار تي ايندڙ لاڳت کي به قيمت جو حصو بڻائڻ جي منظوري ڏني وئي، ان لاءِ نيپرا کي پاليسي بابت حڪم جاري ڪيا ويا آهن. هن فيصلي سان فرنيس آئل جي قيمتن ۾ لاٿ جو فائدو عوام کي نه ملي سگهندو. بجلي ٽرانسميشن لائنون لڳائڻ ۾ خانگي شعبي کي سيڙپڪاري جي اجازت ڏيڻ جي تجويز به منظور ڪري ورتي. اقتصادي رابطا ڪميٽي سنڌ کي 4 لک ٽن ۽ پنجاب کي 12 لک ٽن ڪڻڪ پرڏيهه اماڻڻ جي به اجازت ڏئي ڇڏي. ڪڻڪ جي برآمد تي پنجاب کي 55 ڊالر في ميٽرڪ ٽن سبسڊي ڏني ويندي ۽ سنڌ کي 45 ڊالر في ميٽرڪ ٽن سبسڊي ملندي. ڪڻڪ توڙي ڪڻڪ مان تيار ٿيل شيون ٻاهران گهرائڻ تي به بندش لڳائي وئي آهي. وزيرستان مان لڏپلاڻ ڪندڙن ۾ ڪڻڪ ورهاست لاءِ خوراڪ جي عالمي اداري کي 30 هزار ٽن ڪڻڪ فراهم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي. اسان کي اها

ڳالھ سمجھ ۾ نہ ٿي اچي تہ ھڪ طرف وفاق مڙني صوبن سان انصاف جو ھوڪا ڏيندي نہ ٿو ٿڪجي، ٻئي طرف فيصلا احرا ڪيا وڃن ٿا، جنھن سان وفاق ۽ صوبن ۾ ناراضگيون وڌن. پنجاب ۽ سنڌ لاءِ الڳ الڳ فيصلا ڇو ڪيا وڃن. ڇا پنجاب ئي اصلي پاڪستان آھي ۽ ٻيا صوبا اھا حيثيت نہ ٿا لھڻن.

سنڌ حڪومت اقتصادي رابطا ڪاميٽي جي فيصلي کي رد ڪندي، ان کي سنڌ سان ناانصافي قرار ڏنو آھي. سنڌ حڪومت وفاق پاران ڪڻڪ خريد نہ ڪرڻ واري معاملي تي ڳالھائڻ لاءِ ٿاسڪ قومي اسيمبلي ۾ مخالف ڌر جي اڳواڻ سيد خورشيد شاھ کي ڏئي ڇڏيو، وڏي وزير سيد قائم علي شاھ چيو آھي تہ وفاقي حڪومت سنڌ کان 4 بدران 5 لک ميٽرڪ ٽن ڪڻڪ خريد ڪري.. وزيراعليٰ ھائوس ڪراچي ۾ وڏي وزير سيد قائم علي شاھ سان مخالف ڌر جي اڳواڻ سيد خورشيد شاھ ۽ پ پ اڳواڻ زمرد خان ملاقات ڪئي. ملاقات جي موقعي تي وفاق پاران سنڌ کان ڪڻڪ گھٽ خريد ڪرڻ واري معاملي تي غور ويچار ڪيو ويو. ملاقات ۾ سنڌ حڪومت پاران اقتصادي ڪائونسل جي سنڌ کان 4 لک ميٽرڪ ٽن ڪڻڪ خريد ڪرڻ واري فيصلي کي رد ڪيو ويو .. ان موقعي تي وڏي وزير سيد قائم علي شاھ خورشيد شاھ کي ٽاسڪ ڏنو تہ ھو وفاقي حڪومت سان ڪڻڪ واري معاملي تي ڳالھائي.. وڏي وزير چيو تہ وفاقي حڪومت سنڌ کان 5 لک ميٽرڪ ٽن ڪڻڪ خريد ڪري.ان موقعي تي زمرد خان وڏي

وزير کي ڪراچي ۾ سوئيٽ هوم قائم ڪرڻ بابت بريفنگ ڏني.

سنڌ سرڪار کي وفاق طرفان ٿيندڙ ناانصافين خلاف مضبوط ڪيس جوڙي اڳيان اچڻ گهرجي. هر قسم جي انياءَ خلاف هر فورم تي آواز ٿارڻ گهرجي. آخر سنڌ سان هن ملڪ ۾ اهڙو سلوڪ ڇو پيو ڪيو وڃي. ان سان صوبن ۾ وفاق خلاف بدگمانيون پئدا ٿيندڙيون.

(**ڇپيل**: 25 **جنوري** 2015ع)

## دهشتگردن جو پوليس خلاف ٽارگيٽيڊ آپريشن

ڪراچي ۾ دهشتگردن جو سنڌ پوليس خلاف ٽارگيٽيڊ آپريشن جاري آهي، گذريل ڪجهه ڏينهن اندر ڏزن کن پوليس اهڪارن کي ٽارگيٽ وني شهيد ڪيو ويو آهي .اهي وارداتون شهر جي انهن علائقن ۾ ٿيون آهن، جتي گذريل ٻن ٽن ڏهاڪن کان هڪ ئي ڌر جو اثر رسوخ رهيو آهي. ناظم آباد، لالو کيت، بهار ڪالوني، شاهه فيصل ڪالوني ۽ ڪجهه ٻين علائقن ۾ چونڊي چونڊي انهن پوليس اهلڪارن کي ماريو پيو وڃي. جن جو واسطو سنڌ جي اندرين علائقن سان آهي. ان جو مقصد هڪ ئي ٿي سگهي ٿو ته ڪجهه ڌريون اهو تاثر ڏيڻ گهرن ٿيون ته سنڌ جي گادي واري شهر ۾ سنڌ سان نسبت رکندڙ ڪنهن به پوليس يا ڪنهن ٻئي کاتي جي عملدار کي برداشت نه ڪيو ويندو. پوليس کي جنهن نموني ٽارگيٽ ڪيو پيو وڃي، ان مان اهو باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي ته شهر جا مخصوص علائقا سنڌ حڪومت جي عملدارن لاءِ نو گو ايرياز بڻيل آهن.

سنڌ جي گادي واري شهر کي وقت بوقت دهشتگردي جو نشانو بڻائيندڙ ڪنهن کان به ڳجها ناهن، سندن ايجنڊا به لڪل ناهي. ڪراچي ۾ هي ڪو پهريون واقعو ناهي جو دهشتگردن پوليس کي نشانو بنايو هجي، پر هن کان اڳ به اهڙا واقعا ٿيندا رهيا آهن. هن ئي بدنصيب شهر ۾ وڪيلن کي زنده ساڙيو ويو، سپريم ڪورٽ جي اڳوڻي چيف جسٽس کي

شهر ۾ اچڻ کان روڪڻ لاءِ سندس استقبال لاءِ ويندڙ وڪيلن کي ماريو ويو ۽ چيف جسٽس کي ڪراچي هوائي اڏي اندر يرغمال رکيو ويو هو. ان کان سواءِ بہ شهر ۾ اهڙو ڪو ڏينهن خالي نہ رهيو آهي، جنهن ڏينهن دهشتگردن طرفان عام شهرين، سياسي مخالفن ۽ ٻولي جي فرق سبب بي گناهہ ماڻهن کي نہ ماريو هجي. پر ايترن سارن واقعن باوجود اڄ تائين وقت جي حڪمرانن انهن دهشتگردن جي رستا روڪ ڪرڻ لاءِ ڪا اثرائتي ڪارروائي نہ ڪئي آهي. جنهن سبب قاتلن ۽ رهزنن جا حوصلا وڌيل آهن.

شهر ڪراچي ۾ دهشتگردن کي چوٽ ڏيڻ ۾ نہ فقط حڪومت ملوث رهي آهي، پر ان ڏوهہ کان قانون لاڳو ڪندڙ ٻين ادارن کي بہ آجو ڪري نہ ٿو سگهجي. ڪراچي ۾ دهشتگردي جون تازيون وارداتون ٻڌائين ٿيون تہ آپريشن باوجود دهشتگرد قانون لاڳو ڪندڙ ادارن جي پڪڙ ۾ اچي نہ سگهيا آهن. خطرناڪ ڏوهاري اڄ بہ آزاد آهن ۽ هو جنهن وقت بہ چاهين شهر کي باهہ ۾ اڇلي سگهن ٿا. حڪومت ڪراچي کي دهشتگردن کان آجو ڪرڻ لاءِ بي رحم آپريشن ڪري. انهن مڙني جوابدارن کي قانون جي گرفت ۾ آندو وڃي، جيڪي معصوم ماڻهن کي مارڻ ۾ ملوث آهن، جيڪڏهن هاڻي بہ سياسي مصلحتن کي آڏو آڻيندي ڪراچي کي دهشتگردن جي رحم ڪرم تي ڇڏيو تہ پوءِ هي شهر سڙي ڀسم ٿي ويندو. ڪجهہ قوتون شهر ۾ پنهنجي هڪ هٽي چاهين ٿيون. انهن ذرين طرفان مخالفن کي نشانو بنائي شهر تي قبضي کي پختو

ڪرڻ جي ڪوشش آهي. جنهن ڪي حڪومت ڪي عوام جي مدد سان ناڪام بنائڻ گهرجي.

جڏهن حڪومت جي چئي مطابق ڪراچي ۾ آپريشن جاري آهي. پوءِ هي قاتل ۽ رهزن ڪيئن پنهنجن ٻرن مان ٻاهر نڪري آيا آهن. ٽارگيٽ ڪلرز جو ٻيهر سرگرم ٿيڻ ٻڌائي ٿو ته موجوده آپريشن دوران شهر ڪي رت ۾ وهنجاريندڙ ڏوهاري پڪڙ ۾ نه اچي سگهيا آهن ۽ هو باسلامت آهن. ڪين فقط وقت جو انتظار آهي، جيئن ئي ڪين موقعو ملي ٿو ته هو ٻيهر سرگرم ٿي وڃن ٿا. هوڏانهن قانون لاڳو ڪندڙن تازو اهو اعتراف ڪيو آهي ته ڪراچي ۾ اجا ٻه ڪيترائي نوگوايرياز موجود آهن. هنن ٻڌايو آهي ته نوگوايرياز جون فهرستون تيار ڪيون ويون آهن، جلد اتي ڪارروائي ڪري علائقا ڪليئر ڪرايا ويندا. قانون لاڳو ڪندڙن جي بيان سان اهو ثابت ٿئي ٿو ته ڪراچي ۾ هلندڙ آپريشن اجا پنهنجا نتيجا ڏئي نه سگهيو آهي ۽ وقت گذرڻ سان معاملو ٺڏو ٿيندو پيو وڃي يا ان ڪي سرد خاني حوالي ڪيو پيو وڃي. جيڪڏهن آپريشن فقط لياري تائين محدود رکيو آهي ۽ باقي شهر لاءِ ممنوع قرار ڏنل آهي ته پوءِ ان جو باضابطا اعلان ٿيڻ گهرجي. جيئن معصوم ماڻهو ڪنهن غلط فهمي ۾ نه رهن.

(**چيپيل**: 26 **جنوري** 2015ع)

## ڪمند جو مامرو ۽ سنڌ حڪومت جي بي وسي

سنڌ سرڪار طاقتور شگر ملز مالڪن اڳيان بي وس بڻجي چڪي آهي. گذريل هڪ مهيني کان آبادگار ڪمند جو سرڪاري اگهه نه ملڻ خلاف احتجاج تي آهن، پر حڪومت پنهنجي ئي اعلان تي عمل ڪرائڻ ۾ گوتناٽ کان ڪم وٺي رهي آهي. هاڻي جڏهن آبادگارن جي تحريڪ وڏيڪ سگهاري ٿي آهي ۽ اڄ آبادگارن طرفان حيدرآباد ٽول پلازه تي ڌرڻو هڻڻ جو اعلان ڪيو ويو آهي ته ان کان نيڪ هڪ ڏينهن اڳ وڏي وزير کي آبادگارن جي اهنجن جو احساس ٿيو ۽ پاڻ سڄوري معاملي جو نوٽيس ورتو. جنهن بعد شگر ملز کي نوٽيس جاري ڪيا ويا آهن. شگر ملز جا طاقتور مالڪ انهن نوٽيسن جو جواب ڏيندا يا نه، پر اها سڀني کي خبر آهي ته هتي حڪومتي نوٽيس وٺڻ ۽ ڏي جواب، وٺ جواب وانگر معاملو حل ڪرڻ بدران اينگهائيندا آهن.

آبادگارن کي ڪمند جو حڪومت پاران مقرر ڪيل اگهه نه ملڻ خلاف ڪيترن ڏينهن کان هلندڙ احتجاج ڪانپوءِ سنڌ حڪومت 28 شوگر ملن کي نوٽيس جاري ڪري ڇڏيا آهن نوٽيس ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته شوگر ملون حڪومت پاران مقرر ڪيل اگهه تي عمل نه ڪرڻ تي سندن خلاف سخت ڪارروائي ڪندي. ٻئي طرف آبادگارن جي سربراهه ۽ نواز ليگ جي اڳواڻ ڊاڪٽر راحيلا مگسي شگر ملز کي نوٽيس واري معاملي کي

حڪومت جي چال قرار ڏنو آهي ۽ اعلان ڪيو آهي ته اڄ هر صورت ۾ ڌرڻو هنيو ويندو. هن چيو آهي ته سمورن آبادگارن سان رابطو ڪيو ويو آهي. پر هنن وڏي وزير سان ملاقات ڪرڻ بابت ڪابه ڄاڻ ناهي ڏني. حڪومت آبادگارن جي تاريخي ڌرڻي کي ناڪام ڪرڻ جي لاءِ افواهون پکيڙي رهي آهي. آبادگار ۽ سياسي تنظيمون حيدرآباد ٽول پلازه وٽ تاريخي ڌرڻو هڻي حڪومت جي هڪ هٽي کي ختم ڪندي. هن چيو ته سڄي سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن کان آبادگارن ۽ هارين جا جٿا ڌرڻي ۾ شرڪت ڪندا. ٻئي طرف سنڌ جي اطلاعات ۽ بلديات واري وزير شرجيل انعام ميمڻ چيو آهي ته ڪمند جي اگهه ۽ آبادگارن جي آڙ ۾ سياست ڪندڙن کي ڪوبه فائدو نه ٿيندو. اهي سيئي اسان جا ووٽرز آهن ۽ ڪين ان ڳالهه جي چڱي ريت خبر آهي ته سنڌ حڪومت انهن لاءِ اهو سڀ ڪجهه ڪري رهي آهي، جيڪو حڪومت کي انهن لاءِ ڪرڻ گهرجي. جيڪي ملون انهن آبادگارن ۽ هارين کان حڪومت جي مقرر ڪيل 182 رپيا في مڻ ڪمند جي حساب سان خريد ناهن ڪري رهيون، انهن کي وزيراعليٰ سنڌ جي هدايتن تي ڪين ڪمشنر جي ذريعي نوٽيس جاري ڪيا ويا آهن. شرجيل انعام ميمڻ چيو ته ڪمند جي مسئلي تي وزيراعليٰ سنڌ سيد قائم علي شاهه جو واضح موقف آهي ته سنڌ حڪومت پاران مقرر ڪيل 182 رپيا في مڻ ڪمند جي حساب سان شگرملز آبادگارن کان ڪمند خريد ڪنديون. هن چيو ته ان ڪانپوءِ ملز مالڪ عدالتن ۾ هليا ويا ۽ هاڻ به اهو معاملو سپريم ڪورٽ ۾ التوا هيٺ آهي، جڏهن ته وزيراعليٰ سنڌ گذريل ڏينهن ڪين ڪمشنر کي تاڪيد

ڪئي آهي ته هو ملز مالڪن کي ان حوالي سان نوٽيس جاري ڪري ته هو آبادگارن ۽ هارين کان ڪمند سرڪاري مقرر ڪيل اگهه تي خريد ڪن. هن چيو ته آبادگارن ۽ هارين جي نالي تي ڪجهه سياستدان پنهنجي سياست چمڪائڻ جي پوري ڪوشش ڪري رهيا آهن، پر ڪين مايوسي کانسواءِ ڪجهه حاصل نه ٿيندو. هن چيو ته ان کان اڳ به جڏهن شگرملن پاران ڪرشنگ سيزن جي شروع ٿيڻ جي باوجود ملون نه شروع ڪيون ويون، تڏهن به اسان ئي ملن کي ڪرشنگ شروع ڪرڻ جا حڪم ڏنا هئا. هڪ سوال جي جواب ۾ شرجيل ميمڻ چيو ته پهريان وفاقي حڪومت ڪنڊ تي سبسڊي ڏيندي هئي، جيڪا هاڻ ختم ڪئي وئي آهي، جنهن سان به 6 کان 8 رپين جو فرق آيو آهي. هڪ ٻي سوال جي جواب ۾ هن چيو ته وزيراعليٰ سنڌ پاڻ سمورن آبادگارن سان مسلسل رابطي ۾ آهي ۽ آبادگارن کي به ڄاڻ آهي ته پيپلز پارٽي ۽ سنڌ حڪومت انهن سان گڏ آهي. هن چيو ته ڪمند جي فصل سان لاڳاپيل آبادگار اسان جي زرعي آمدني جو سڀ کان وڏو ذريعو آهن ۽ اسان کي سندن مشڪل ۽ پريشانين جو به احساس آهي. اسان صوبائي حڪومت جي نيت تي شڪ ڪرڻ وارا ڪير ٿيندا آهيون، پر اها ڳالهه پڌري آهي ته سنڌ سرڪار هن معاملي کي حل ڪرڻ لاءِ ڪي سنجيده اپاءَ نه ورتا آهن. جنهن ڪري سنڌ جي معيشت کي ڪاپاري ڌڪ رسي رهيو اهي. جيڪڏهن هن معاملي کي اجا به اينگهايو ويو ته پوءِ سنڌ جي زرعي معيشت تباهي جي ڪنڌي تي پهچي ويندي.

(**چپيل**: 27 جنوري 2015ع)

# سنڌ جي آبادگارن جو تاريخي احتجاج

سنڌ جي هزارين آبادگارن ۽ ٻين گهڻ گهرن حيدرآباد ٽول پلازه تي تاريخي ڌرڻو هڻي، شگر ملز مالڪن جي هٺ ڌرمي ۽ ان کي تحفظ مهيا ڪندڙ حڪومت کي وڏو چئلينج ڏئي ڇڏيو آهي. هاڻي بال حڪومت جي ڪورٽ ۾ آهي ته هو پنهنجي جمهوريت پسندي ۽ عوام دوستي جو ثبوت ڏيندي، سنڌ جي ماڻهن جي جائز گهر کي مان ڏئي ته آباگارن کي ڪمند جو فقط اهو اگهه ملڻ گهرجي، جيڪو سرڪار سڀُوري پاڻ مقرر ڪيو آهي. اهو اگهه به ڪاٺين جي اگهه کان به سستو آهي، پر افسوس جو ڪمند پوکيندڙن جو فصل سڪل ڪاٺين جيترو به ملهه نه ٿو لهڻي.

حيدرآباد ٽول پلازه تي ڌرڻو هڻي سنڌ جي سياستدانن، قومپرستن، آبادگارن ۽ هارين مطالبو ڪيو آهي ته گورنمينٽ جي نوٽيفيڪشن مطابق 182 روپيا ڪمند جو اگهه آبادگارن کي ڏنو وڃي، ملز طرفان 10 کان 30 سيڪڙو ناجائز ڪٽوتي ختم ڪرائي وڃي، ڪمند تي آبادگارن کي ڪوالٽي پريميم ڏياري وڃي، هٽرادو زوننگ ختم ڪرائي وڃي. 15 آڪٽومبر 2014 ع کان ملز نه هلائيندڙ خلاف روزانو جي بنياد تي ڏنڊ وڌو وڃي، شگر ملز مالڪن کان 2013ع ۽ 2014ع جون بقاياجات آبادگارن

کي ڏياريون وڃن. ڪالهہ ڄامشوروسپرهاءِ وي تي 8 ڪلاڪن
تائين ڌرڻو هڻي سپر هاءِ وي کي ٻنهي پاسن کان بند ڪيو ويو
ڌرڻي ۾ هزارين ماڻهن جي شرڪت ڪئي. ڌرڻي سبب گاڏين
جون قطارون لڳي ويون، 11 فيبروري تي ٻيهر ساڳئي جاءِ تي
ڌرڻو هڻڻ جو اعلان ڪيو ويو. ان کان پهرين ڪراچي ۾ ڪمند
، سارين، ڦٽين، ڪڻڪ، بصر ۽ ٻئي فصل جا صحيح اگهہ نہ
ملڻ بابت ڪانفرنس ڪوٺائڻ جو پڻ اعلان ڪيو ويو.
سنڌ حڪومت ۽ سنڌ هاءِ ڪورٽ جي حڪمن جي باوجود سنڌ
۾ ڪمند جو سرڪاري اگهہ 182 روپيا نہ ڏيڻ سنڌ جي آبادگارن
کي معاشي نقصان پهچائي ڪمزرو ڪرڻ برابر آهي. سنڌ ۾
سارين، بصر، ڪڻڪ ۽ ڪپهہ جا اگهہ صحيح نہ ملڻ خلاف سنڌ
جا آبادگار وڏي وقت کان دانهين رهيا آهن. پر سندن ڳالهہ اهي
چونڊيل نمائندا بہ نٿا ٻڌن، جن کي هنن ئي چونڊي ايوانن ۾
موڪليو آهي.

هاءِ ڪورٽ 182 روپيا ڪمند جو اگهہ مقرر ڪيو آهي ۽
سنڌ حڪومت بہ ان تي آماده آهي پر ان باوجود آبادگارن کي
جائز حق نہ پيو ڏنو وڃي. گڏريل 7 سالن کان وٺي سنڌ جي
زراعت ۽ آبادگارن سان ظلم ڪيو پيو وڃي. ڪمند جو اڪيلو
مسئلو نہ آهي. هي گڏريل حڪومت کان هٽ ڌرمي جاري آهي
سنڌ ۾ گڏريل 7 سالن کان صنعتن، انڊسٽريز تي قبضا ڪيا ويا
آهن پر صنعتڪارن کي صنعتون ۽ انڊسٽريز کولڻ نٿا ڏين.
لڳي ٿو تہ حڪمران ڳالهين ۽ دليلن سان ڪجهہ بہ مڃڻ لاءِ تيار
نہ آهن.

اسان چاهيون ٿا تہ سنڌ جي آبادگارن جا مسئلا مستقل طور تي حل ٿين. هن ڌرڻي ۾ سنڌ جي زراعت بچائڻ لاءِ جيڪو جذبو ظاهر ڪيو ويو آهي اهو رائيگان نہ ويندو. سنڌ جا حڪمران عوام ڪان ماني ڳڀو ڦري ۽ خالي پيٽ تي لت ڏئي رهيا آهن. گورنمينٽ جي نوٽيفيڪشن مطابق 182 روپيا ڪمند جو اگهہ آبادگارن کي ڏنو وڃي، ملز طرفان 10 ڪان 30 سيڪڙو ناجائز ڪٽوتي ختم ڪرائي وڃي، ڪمند تي آبادگارن کي ڪوالٽي پريميم ڏياري وڃي، هٽرادو زوننگ ختم ڪرائي وڃي، 15 آڪٽومبر 2014 ع ڪان ملز نہ هلائيندڙ خلاف روزانو جي بنياد تي ڏنڊ وڌو وڃي، شگر ملز مالڪن ڪان 2013ع ۽ 2014ع جون بقاياجات آبادگارن کي ڏياريون وڃن.

(چپيل: 28 جنوري 2015ع)

## سي پي ايل سي ۽ چنائي ڪير آهن؟

سنڌ جا ماڻهو ڪافي وقت کان ان ڳالهه تي حيران آهن ته ڪراچي ۾ سنڌ حڪومت ۽ ان جي قانون لاڳو ڪندڙ ڪاتن جي موجودگي ۾ به ڪا قوت متبادل حڪومت هلائي رهي آهي .شهري ڪاميٽين ۽ شهري فورسز جي نالي تي خانگي ادارا پنهنجو متبادل نظام قائم ڪيون وينا آهن. جن ڪراچي ۾ شريف شهرين جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو آهي. اهي خانگي يا نيم خانگي فورسز اڳوڻين حڪومتن طرفان هڪ سياسي ڌر کي خوش ڪرڻ لاءِ قائم ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي هئي، جيڪي هن وقت به نه صرف متحرڪ آهن، پر سياسي مخالفن کي شهري امن جي نالي تي پنهنجو نشانو بڻائي رهيا آهن.

ڪالهه ان جي هڪ پڪي شاهدي تڏهن ملي، جڏهن رينجرز هڪ شهري جي چوڻ تي سٽيزن پوليس لائيزن ڪاميٽي جي سربراهه احمد چنائي جي اڏي تي ڇاپو هڻي. سندس وٽ يرغمال ڪيل ماءُ ۽ پٽ کي بازياب ڪرائي ورتو ۽ پتي لاءِ آندل 15 لک روپيا رقم به هٿ ڪري ورتي . هڪ شهري ڪالهه رينجرز کي خط لکي اطلاع ڏنو ته سندس پٽ لاريب کي رينجرز جي ٽاسڪ فورس بغير پتي جي بازياب ڪرايو هو. پر سندس بازياب ٿيل پٽ ۽ زال کي سي پي ايل سي ۾ روڪيو ويو هو. لاريب جي والد پاران ڊي جي رينجرز

ڪي لڪيل خط ۾ چيو ويو ته اسان رينجرز جي سيل ڪان علاوه سي پي ايل سي ۾ به پٽ لاريب جي اغوا جي رپورٽ داخل ڪرائي هئي. سي پي ايل سي جي عهديدارن گهرواري ۽ پٽ کي چيو ته توهان ڪيڏانهن به نه وڃو، اسان ڪارروائي ڪري رهيا آهيون. ان ڪان پوءِ هنن گهرواري ۽ پٽ کي روڪيو ويو ۽ سندن 15 لک روپيا رقم به احمد چنائي پاڻ وٽ روڪي ڇڏي. جيڪا هو پتي طور وصول ڪرڻ گهري پيو.

آخر اها سٽيزن پوليس لائيزن ڪاميٽي ۽ سندس سربراهه احمد چنائي ڪير آهن، جيڪي پوليس جي موجودگي ۾ پنهنجو ٽاٽو هلائي رهيا آهن ۽ ٻڌي چوڙي جا ڪم ڪري رهيا آهن. آخرڪار سنڌ حڪومت ان متبادل پوليس نظام کي چو پئي خاموشي سان برداشت ڪري ۽ ان تي بندش لاڳو چو نه ٿي ڪئي وڃي. هي سڀ ڪجهه ڪنهن جي چوڻ تي ٿي رهيو آهي. احمد چنائي ڪهڙي قانون تحت ماڻهو بازياب ڪرائي ٿو يا سٽيزن پوليس جي نالي تي پاٽاريداري قائم ڪيو وينو آهي. سنڌ ۾ هي قانون جو ٻنو نظام قائم ڪرن جو ڪهڙو مقصد آهي، اهڙي نظام سان ڪنهن کي فائدو ٿي رهيو آهي. اهو ادارو ماضيءُ ۾ ڪنهن جي چوڻ تي ٺاهيو ويو هو. ان پويان ڪهڙا مقصد هئا. عوام کي اهو ٻڌائڻ گهرجي. ان سان گڏ سنڌ جو هر قانون پسند شهري اهو مطالبو ٿو ڪري ته سي پي ايل سي کي هڪدم بند ڪري ان جي سربراهه کي پاٽاري هلائڻ جي ڏوهه هيٺ سوگهو ڪيو وڃي.

(ڇپيل: 29 جنوري 2015ع)

# دهشتگردن جو سنڌ تي حملو

بي رحم ۽ انسانيت جي ويري دهشتگردن سنڌ جي ثقافتي شهر شڪارپور کي رت ۾ ٻاهه ۾ ڏڪي ڇڏيو آهي. گذريل سال سنڌ جي صوفي بزرگن جي درگاهن تي حملن بعد ڪالهه شڪارپور شهر جي امام بارگاهه ۾ بم ڌماڪو ڪري 57 معصوم ماڻهن کي موت جي منهن ۾ ڌڪو آهي، جڏهن ته 50 کان وڌيڪ شهري سخت زخمي ٿي اسپتالن پيڙا ٿيا آهن. جن جي حالت به انتهائي نازڪ ٻڌئي وڃي ٿي. سنڌ ۾ بمن جا مسلسل حملا ٻڌائين ٿا ته مظلوم ماڻهن جو وطن دهشتگردن جي خاص نشاني تي آهي. بم ڌماڪن جي صورت ۾ ٿيل خوني حملا پنهنجي اندر سنڌ جي ماڻهن لاءِ هڪ پوائنٽو پيغام کڻي آيا آهن. ڪجهه وقت کان سڄي ملڪ ۾ خاص ڪري سنڌ جي راڄڌاني ڪراچي ۾ فرقي وارانٽيون ڪارروايون وڌنڌي ڏسڻ ۾ اچي رهيون آهن، هھڙن واقعن پڄاڻان جيڪا پرتشدد فضا جنم وٺي ٿي ان ۾ واقعي خلاف رد عمل، ٽوڙ ڦوڙ ۽ فرقي وارانٽي سهپ واري ماحول کي سخت ڇيهو رسندي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. بظاهر لڳي به ائين رهيو آهي ته هن قسم جا واقعا ڪرڻ يا ڪرائڻ جو بنيادي ڪارڻ به سنڌ ۾ هڪ اهڙي تضاد کي

هتي ڏيئي ممڻ مچائڻو آهي جيڪو اصولي طور سنڌ جي سماج ۾ ڪو وڏو وجود نہ ٿو رکي.

ملڪ جي سياسي تاريخ ۾ سنڌ سوين سياسي ناٽڪ ۽ جڙتو تضاد اکين ڏٺا آهن، جن ذريعي سنڌ جي پرامن معاشري کي ڊانوان ڊول ڪري پنهنجا وقتي مفاد پورا ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون ويون آهن، انهن ڪوششن ۾ سنڌ جي سهپ، ڀائيچاري ۽ اجتماعي ڏاهپ ۽ تاريخ جي ڏکي تجربي مان حاصل ڪيل صوفياڻي ۽ سيڪيولر ڪلچر کي مذهبي يا فرقي واراڻي تضاد هيٺ هٿرادو طريقي سان نوڙي مان نانگ ناهڻ واريون حرڪتون بہ شامل آهن. ضياءَ الحق جي زماني کان هيل تائين ٿيندڙ اهڙين سمورين ڪوڙڪين کان سنڌ پاڻ کي بچائيندي آئي آهي، ان ۾ نہ رڳو سنڌ جي عام لوڪ، سياسي پارٽين، سماج سڌارڪن پر سنڌ جي مذهبي ڌرين جو بہ وڏو ڪردار رهيو آهي، جو تہ سنڌ ۾ ڪم ڪندڙ مذهبي جماعتن جا اڳواڻ ۽ ڪارڪن پڻ سنڌ جي انهي ضمير ۽ مٽي مان جڙي راس ٿيل آهن، جنهن ۾ تشدد ۽ خونريزي لاءِ تمام گهٽ گنجائش موجود آهي، ان ڪري هزار ڪوشش باوجود سنڌ اهو دڳ اختيار نہ ڪيو آهي.

هن صورتحال ۾ سڄي سنڌي سماج جي اها ذميواري ٿئي ٿي تہ هو اهڙن واقعن پنيان خطرناڪ مقصدن کي پنهنجي اجتماعي شعور ۽ ڏاهپ جي بنياد تي سمجهي اهڙين سمورين ڪوشش کي ناڪام بڻائي ۽ سنڌ جي سونهن ۽ سهپ تي ٻڌل معاشري جي رکوالي ڪري. خاص ذميواري سنڌ سرڪار مٿان اچي ٿي تہ اها پنهنجيون ذميواريون پوريون ڪري، انهن

واقعن پنيان لڪل هٿن تائين پهچي ۽ سنڌي سماج کي ان باهه ۾ ڪرڻ کان بچائي، چاڪاڻ ته انهن واقعن مان لڳل باهه مان جيڪي شعلا نڪرڻا آهن، سي سڄي سنڌ کي ته لهس ۾ آڻيندا، پر انهن جي تپش کان سنڌ سرڪار پاڻ به نه بچي سگهندي. ان ڳالهه ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته سنڌ جا ماڻهو نفرتن جي بدران پيار ۽ امن جا امين رهيا آهن ۽ ان ڏس ۾ صوفين جو به اهم ڪردار رهيو آهي. مذهب، فرقي، ٻولي، نسل ۽ قوميت جي بنياد تي سنڌين ڪڏهن به ڪنهن سان نفرت نه ڪئي آهي نه ئي نفرت جو جواب نفرت سان ڏنو آهي. ڪافي عرصي کان سنڌ جي وحدت کي نسل، ٻولي ۽ فرقي جي بنيادن تي نفرتون پکيڙي نقصان پهچائڻ جي ڪوشش ٿيندي رهي آهي ۽ اهي اڪثر ناڪام ٿينديون رهيون آهن، مهاجر صوبي جا نعرا ۽ ڪراچي سميت سنڌ جي ٻين شهرن ۾ دهشتگرد حملا به ان سلسلي جون ڪڙيون آهن. اسان سمجهون ٿا ته امن امان قائم ڪرڻ ۽ ماڻهن کي تحفظ فراهم ڪرڻ حڪومت جي ذميواري آهي پر صوبائي توڙي وفاقي حڪومت اها نڀائڻ ۾ ناڪام رهي آهي. سڄي دنيا ڄاڻي ٿي ته دهشتگردن جو نرسريون ڪٿي ڪٿي ڪم ڪري رهيون آهن حڪومتي عهديدار چڱيءَ ريت ڄاڻن ٿا ته دهشتگردن جي چرپر رڳو پنجاب مان نه پئي ٿئي ۽ انهن جا اڏا ٻين هنڌن تي به آهن، خاص ڪري ڪراچي ۾ جيڪي نسل پرست دهشتگرد روز ڏڄن جي حساب سان ماڻهو ماري رهيا آهن، انهن بابت حڪمران ٻڙڪ ٻاهر ڪڍڻ لاءِ تيار ناهن. ان ڪري حڪومت کي الزام تراشي ڪرڻ بدران پنهنجون ذميواريون ادا ڪرڻ گهرجن. سنڌ کي دهشتگردن کان

پاڪ ڪرڻ لاءِ اثرائتو آپريشن ڪيو وڃي. غير قانوني پرڏيهين کي نيڪالي ڏني وڃي. ان سان ئي دهشتگردي جا دڳ بند ڪري سگهجن ٿا.

(**چيپل**: 31 **جنوري** 2015ع)

# سنڌ تي حملو ڪندڙ جا پيرا وزيرستان ۾ ڳولڻ گهرجن

شڪارپور واقعي سنڌ جي وجود کي لوڏي ڇڏيو آهي. هن افسوسناڪ سانحي بعد سنڌ جو هر شهر، ڳوٺ، مارڪيٽ ۽ بازار، مسجد، امام بارگاهه، مندر ۽ ڪليسا غير محفوظ بڻجي وئي آهي .سنڌ جا معصوم ٻچا اسڪولن سميت راند جي ميدان ۾ به غير محفوظ ٿي ويا آهن. سنڌ تي حملو ڪندڙ يقينن هن ديس جا واسي ٿي نه ٿا سگهن. ڇاڪاڻ ته مذهب جي نانءَ تي دهشتگردي ڪندڙن جو سنڌ سان پري پري جو به واسطو ناهي، پر هو ملڪ جي ٻين علائقن کان هتي آيا آهن. هن خطي ۾ سنڌ ئي اهڙو وطن رهيو آهي، جتي برصغير جي ورهاڱي کان اڳ مذهبي جنونيت، فرقيواريت ۽ دهشتگرديءَ جو پري پري تائين ڪوبه نالو نشان موجود نه هو. سنڌ جي ماڻهن پنهنجي صدين جي تاريخ ۾ ڪڏهن به ڪنهن پرائي ديس تي قبضو نه ڪيو آهي. زور ۽ زبردستي ڪنهن جو در نه اورانگهيو آهي، ڪنهن ڌارئي ديس جي ڌرتي تي والار نه ڪئي آهي. سنڌ جي پنج هزار سال کان وڌيڪ پراڻي تاريخ ٻڌائي ٿي ته دنيا ۾ سنڌ ئي اهڙي قوم جو وطن رهيو آهي، جنهن قوم پنهنجي يا پرائي ڪي مذهب جي متڀيد تي خون نه ڪيو آهي. هندو، مسلمان، ٻڌ ۽ جين مت جا پوئلڳ هن ئي ديس ۾ امن، ڀائيچاري ۽ رواداري سان رهيا آهن. شيعا، سني، بريلوي يا ديوبندي جي بنياد تي

سنڌي ماڻهن ڪڏهن به پنهنجا عبادتگاهه الڳ ڪونه ڪيا آهن.
آپگهاتي بم ڌماڪا ڪرڻ، مسجدن ۽ امام بارگاهن، مندرن ۽
ڪليسائن ۾ عبادت دوران جيڪڏهن ڪنهن جنوني پنهنجي
مخالف جو ڪنڌ ڪوريو ته اهو سنڌ جي مٽيءَ سان واسطو
رکندڙ نه رهيو آهي. سنڌي مسلمان ته سنڌي هندن سان هولي به
گڏ ملهائيندا آهن ته وري سنڌي هندو پٽ ڌڻي جي ميلي، سچل
جي درگاهه ۽ شاهه عنايت جي ننگريءَ ۾ پيار ۽ محبت ونڊڻ ۾
مسلمانن کان ڪڏهن به پوئتي نه رهيا آهن. سنڌي ماڻهن لاءِ
سڀ عبادت گاهون ۽ آستان، سڀ مذهب ۽ نظريا ڪڏهن به
انسانيت کان مٿانهان نه رهيا آهن، جيڪڏهن ائين چئجي ته ان
ڳالهه ۾ ڪوبه وڌاءُ نه ٿيندو ته سنڌ جا ماڻهو مسلمان، هندو، ٻڌ،
شيعا ۽ سني کان اڳ انسان هجڻ ۾ پختو يقين رکن ٿا ته ان
ڳالهه ۾ ڪوبه وڌاءُ نه ٿيندو. پوءِ سيڪيولر سنڌ کي
انتهاپسنديءَ جون هيءَ اماڙيون ڪنهن بچايون آهن، جو سنڌ ۾
مذهب جي بنياد تي ماڻهن کي ماريو پيو وڃي.

اسان سنڌ جا ماڻهو لطيف، سچل ۽ ساميءَ جا وارث
ڪنهن جا مدا نه رهيا آهيون ته پوءِ آخر اسان جي ديس کي بمن
سان ڀسم ڪرڻ جا سانباها ڪندڙ ڪير آهن؟ سنڌ جي ماڻهن
انهن جنونين جا پيرا ڪٽي سندن ٿاڪن ۽ وٿاڻن کان اڳ به
حڪمرانن کي آگاهه ڪيو هو ۽ هاڻي به چون ٿا ته ٻيلي سنڌ ۾
پهتل ڌارين جون لوڏون ئي سنڌ کي ساڙي ڀسم ڪرڻ گهرن
ٿيون. انهن آڏو بند ٻڌو.سنڌ ۾ مذهبي انتهاپسندي جي پيرن جا
نشان سوات ۽ وزيرستان ۾ وڃي دنگ ڪن ٿا. اسان کي بارود
جي باهه ۾ ساڙيندڙ اهي ماڻهو آهن جن کي اسان جي

حڪمرانن ملڪي پائيچاري جي نانءُ تي اسان مٿان مڙهيو آهي. هتان جي ديس ڌڻين کي هاڻي پنهنجي وطن جي سلامتي لاءِ سڀ لاڳاپا لاهي اڳيان اچڻو پوندو. سنڌ ۾ ان معاملي تي ڪي بہ ٻہ موقف ناهن تہ سنڌ ۾ بدامني، جنونيت ۽ دهشتگردي ۾ ٻاهران آيل ماڻهو ملوث آهن. اسان هيل تائين ڇڙوڇڙ نموني مختلف پارٽين جي الڳ الڳ پليٽ فارمن تان اها جدوجهد ڪئي آهي تہ سنڌ کي ڌارين کان پاڪ ڪيو وڃي. پر هاڻي خطرا اسان جي سر مٿان لامارا ڏئي رهيا آهن. سنڌ جي مائرن، ڀينرن، پائرن ۽ پٽن جون حياتيون بچائڻ لاءِ هاڻي ان کان سواءِ ٻي ڪا واهہ نہ رهي تہ سنڌ کي ڌارين کان مڪمل پاڪ ڪيو وڃي، ان لاءِ رڳو حڪومت تي ڀاڙڻ بدران هڪ قوم جي حيثيت ۾ اسان کي بہ پنهنجون ذميواريون ادا ڪرڻ گهرجن.

(**چيپل**: 1 فيبروري 2015ع)

# سنڌ دهشتگردن جي اطاعت قبول نہ ڪندي

شڪارپور ۾ دهشتگردن جي شرمناڪ ڪارروائي خلاف سنڌ جي ڪروڙين ماڻهن احتجاج ڪري ثابت ڪيو آهي تہ هو ڪنهن بہ انتهاپسند ٽولي کي سنڌ مٿان پنهنجي ايجنڊا مڙهڻ نہ ڏيندا .سنڌ جا ماڻهو مذهب، فرقي، نظرئي يا ڪنهن سوچ جي بنياد تي الڳ نہ پر هڪ آهن. هو سڀ شيعي، سني، بريلوي، هندو ۽ مسلم ڪان اڳ فقط ئي فقط سنڌي آهن. سنڌ سنڌين جي محبتن جو مرڪز آهي. سنڌ ئي هن ديس جي ماڻهن جي جياپي جي اميد ۽ آسرو آهي. هو ڪنهن بہ صورت ۾ ڪنهن بہ مٿي ڦرئي دهشتگرد، وحشي ۽ جهنگلي ٽولي جي بندوق جي زور تي اطاعت قبول نہ ڪندا. شاهہ، سچل ۽ سامي جي هن ديس جو ٻچو ٻچو وحشتن جي رکوالن اڳيان پنهنجو ڪنڌ نہ جهڪائيندو. ڀلي لکين ۽ ڪروڙين ڪنڌ ڪٽجي وڃن. ٻہ ڏهاڪن سان صدين جي تهذيب رکندڙ هن قوم کي فنا ڪري نہ ٿو سگهجي. هيءَ قوم موهن جي دڙي جيان دٻجي بہ اوچي رهندي، ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جو ناجائز اولاد پنهنجي ابن ڏاڏن جيان نيست ۽ نابود ٿي ويندو. شڪارپور ۾ معصوم ماڻهن جي رت مان جيڪي گلاب ڦٽندا، اهي سڄي سنڌ مهڪائي ڇڏيندا. سنڌ جو صوفي تشخص نہ فقط برقرار رهندو،

پر هن خطي ۾ امن، رواداري، ڀائيچاري کي وڏيڪ سگهارو ڪندو. ملڪ جي اترين علائقن مان پنهنجي ايجنڊا ڪٽي سنڌ ڀهتلن کي هن ديس جا ماڻهو شڪست ڏئي تڙي ٻاهر ڪيندا. هن وطن جا ٻچا پنهنجي جانين جي قرباني ڏئي انتهاپسندن کي پنهنجي مادر وطن کان ڌڪي ڌار ڪندا. شڪارپور حملو سنڌ جي صوفياڻي اجتماعي شعور تي حملو آهي. جنهن جو مقابلو ڪرڻ جي ضرورت آهي. سنڌ جي مڙني گهڻ گهرن کي گڏجي هنن هڇائن مان جند آجي ڪرائڻ لاءِ گڏيل جدوجهد ڪرڻ گهرجي. ڪنهن به فرقي پرست ٽولي کي هن واقعي جي بنياد تي سنڌ کي ڪنهن ٻئي جهنم ڏانهن ڌڪڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته هيءُ حملو ڪنهن فرقي يا ان جي مذهبي مقدس جاءِ تي نه ٿيو آهي. پر هي سڄي سنڌ تي وار ڪيو ويو آهي. جنهن جو ڪا هڪ ڪميونٽي نه پر سڄي سنڌ گڏجي مقابلو ڪندي.

شڪارپور واقعي بعد اها ڳالهه وڏيڪ پڌري ٿي بيني آهي ته سنڌ کي پنهنجي جنگ پاڻ وڙهڻي پوندي، ان جو ڪوبه پرجهلو نه ٿيندو. ڪوبه سندس ڏڍ نه ٻڻجندو. هنن کي پنهنجن پيارن جا لاش به اڪيلي سر ڪڻڻا آهن ته ويرين سان ويڙهاند به هيڪلي ئي ڪرڻي آهي. ڇاڪاڻ ته شڪارپور واقعي بعد سنڌ کان سواءِ ملڪ جي ڪنهن به ڪنڊ مان ڪوبه نندييرو يا وڏيرو سندن لڙڪ اگهڻ نه آيو. ڪي پي ڪي، پنجاب ۽ بلوچستان جي حڪمرانن کي رسمي سوڳ جو اعلان ڪرن جي به خدا تعالىٰ توفيق نه بخشي. ايتري قدر جو وزيراعظم به ڪراچي ۾ هوندي پنهنجي ٻچن جا جنازا ڪڻندڙ سنڌين جو ڪلهي ڪانڌي

نہ ٿيو. رسمي طور تي ملڪ ۾ سوڳ جو اعلان ڪرڻ جي بہ حڪمرانن کي توفيق نہ ٿي. ملڪ جي محبت ۾ ڳوڙها ڳاڙيندڙن، ڌرتا هٽندڙن ۽ اسلامي اخوت ۽ ڀائيچاري جون ڳالهيون ڪندڙن کي بہ سنڌين جي غم ۾ شرڪت لاءِ وقت نہ ملي سگهيو. هن سانحي تي ملڪي استحڪام ۽ ڀائيچاري جون ڳالهيون ڪندڙن سنڌ کي اڪيلو ڪري ڪين سوچڻ تہ مجبور ڪيو آهي تہ ڇا هو بہ هن ملڪ جا شهري آهن يا نہ؟

(**ڇپيل**: 2 فيبروري 2015ع)

## سنڌ ۾ امن لاءِ ڌارين جي بيدخلي جي ضرورت

سنڌ اسيمبليءَ شڪارپور سانحي خلاف گڏيل مذمتي ٺهراءُ اتفاق راءِ سان منظور ڪري ورتو آهي، ميمبرن واقعي جي عدالتي جاچ ڪرائڻ ۽ دهشتگردي کي منهن ڏيڻ لاءِ صوبائي سطح تي انٽيليجنس ادارو قائم ڪرڻ جو مطالبو ڪري ڇڏيو. ٺهراءَ ۾ ميمبرن چيو ته شڪارپور واقعو قومي سانحو آهي، شهيدن جي معاوضي ۾ واڌ ۽ زخمين کي بنا دير معاوضو ڏنو وڃي. ٺهراءَ ۾ مطالبو ڪيو ويو ته سنڌ ۾ حفاظتي قدم سخت ڪرڻ ۽ دهشتگردي کي منهن ڏيڻ لاءِ صوبائي سطح تي انٽيليجنس ادارو قائم ڪيو وُڃي. اسيمبلي ميمبرن،چيف جسٽس آف پاڪستان کان پاڻمرادو نوٽيس وٺڻ جي اپيل ڪندي چيو ته شڪارپور واقعي جي عدالتي جاچ ڪرائي وڃي. ميمبرن سنڌ ۾ افغانين ۽ ٻين پرڏيهين جي وڌندڙ آبادڪاري تي ڳڻتي جو اظهار پڻ ڪيو. ميمبرن ان ڳالهه تي به ڏک جو اظهار ڪيو آهي ته وزيراعظم ۽ گهرو وزير جي ڪراچي ۾ موجودگي باوجود متاثرن سان رابطو نه ڪرڻ افسوسناڪ آهي. امتياز شيخ مطالبو ڪيو ته چيف جسٽس معاملي جو پاڻمرادو نوٽيس وٺي واقعي جي عدالتي جاچ ڪرائي وڃي. هن اهو به مطالبو ڪيو ته سنڌ حڪومت شهيدن جي وارثن لاءِ معاوضو وڌائي 50 لک رپيا ڪري ۽ سندن پوئٽرن کي سرڪاري نوڪريون ڏئي. نصرت سحر عباسي چيو

تہ شڪارپور واقعي کان 3 ڏينهن اڳ ڌمڪي وارا پمفليٽ ورهايا ويا، پر ان باوجود امام بارگاهہ تي سڪيورٽي نہ ڏني وئي رڳو هڪ پوليس اهلڪار مقرر ڪيو ويو. هن چيو تہ صحت کاتي ۾ پرتي ٿيل ڊاڪٽر پرڏيهہ ۾ ملازمتون ڪري رهيا آهن،جڏهن تہ صحت کاتي ۾ ڪرپشن بہ دهشتگردي آهي. اپوزيشن ليڊر شهريار مهر چيو تہ شڪارپور ۾ ڏوهارين ۽ مذهبي انتهاپسندن ۾ ڳٺ جوڙ ٿي چڪو آهي.

شڪارپور ۾ جن جنونين رت جي راند ڪئي سنڌ جي ماڻهن انهن جنونين جا پيرا ڪٽي سندن ٺاڪن ۽ وٿاڻن کان اڳ بہ حڪمرانن کي آگاهہ ڪيو هو ۽ هاڻي بہ چون ٿا تہ ٻيلي سنڌ ۾ پهتل ڌارين جون لوڌون ئي سنڌ کي ساڙي پسم ڪرڻ گهرن ٿيون. انهن آڏو بند ٻڌو. هاڻي اها ڳالهہ ڪنهن کان بہ لڪل ڪونهي تہ شڪارپور ۾ ڌماڪا ڪندڙن جي پيرن جا نشان سوات ۽ وزيرستان ۾ وڃي دنگ ڪن ٿا. اسان کي بارود جي باهہ ۾ ساڙيندڙ اهي ماڻهو آهن جن کي اسان جي حڪمرانن ملڪي پائيچاري جي نانءُ تي اسان مٿان مڙهيو آهي. خود سنڌ حڪومت جي قانون لاڳو ڪندڙ ادارن سنڌ مان جيڪي بہ دهشتگرد بارود سميت سوگها ڪيا آهن، انهن جو تعلق ملڪ جي اترين علائقن ۽ خاص ڪري سوات، وزيرستان ۽ پنجاب سان ٻڌايو ويو آهي تہ پوءِ اها عجيب ڳالهہ چئبي جو هر ڌماڪي بعد حڪمران وڏي نڪ جي پڪائي سان جاچ جو حڪم ڏيندا آهن. اصل ۾ جاچ ان ڳالهہ جي ٿيندي آهي، جيڪا لڪل هجي، جنهن جو ڪو کر ۽ پير نہ ملندو هجي. پر هتي تہ سڀ ڪجهہ پڌري پٽ پيو آهي تہ پوءِ سنڌ کي سلامت رکڻ ۽

هتان جي ماڻهن جون حياتيون بچائڻ لاءِ تڪڙا اپاءُ ڇو نہ ٿا ورتا وڃن. سنڌ جا ماڻهو بم ڌماڪن ۾ ملوث ماڻهن خلاف اثرائتي ڪارروائي نہ ٿيڻ تي ان راءِ جا آهن تہ سنڌ کي هٺ وٺي پنهنجي سيڪيولر سوچ جي سزا ڏني پئي وڃي، هن ديس جي ماڻهن کي پنهنجا حق گهرڻ تي مذهبي جنونيت جا ٻوٽ ٻجايا پيا وڃن. شڪارپور سانحو سنڌ جي ماڻهن لاءِ بہ سوچڻ ۽ عمل ڪرڻ جا نوان سامان ڪٺي آيو آهي. هتان جي ديس ڌڻين کي هاڻي پنهنجي وطن جي سلامتي لاءِ سڀ لاڳاپا لاهي اڳيان اچڻو پوندو. سنڌ ۾ ان معاملي تي ڪي بہ ٻہ موقف ناهن تہ سنڌ ۾ بدامني، جنونيت ۽ دهشتگردي ۾ ٻاهران آيل ماڻهو ملوث آهن. اسان هيل تائين ڇڙوڇڙ نموني مختلف پارٽين جي الڳ الڳ پليٽ فارمن تان اها جدوجهد ڪئي آهي تہ سنڌ کي ڌارين کان پاڪ ڪيو وڃي. پر هاڻي خطرا اسان جي سر مٿان لامارا ڏئي رهيا آهن. اڄ شڪارپور کي گهايو ويو آهي، سڀاڻي حيدرآباد، سکر ۽ لاڙڪاڻي سان بہ ساڳي ويڌن ٿيڻ جو انديشو موجود آهي. پوءِ ڇو نہ هاڻي کان ئي اسان کي هڪ ٿي جدوجهد لاءِ سندرا ساهڻ گهرجن.

(**چپيل**: 3 فيبروري 2015ع)

## سنڌ جي وجود کي خطرا

ڪنهن بہ معاشري جي اندر جيڪڏهن سماجي معاهدو ڪمزور يا بي اثر ٿي پوي تہ اهو معاشرو تنزلي ۽ ويڳاڙپ جو شڪار ٿئي ٿو. هي سماجي معاهدو فردن ۽ رياست ٻنهي لاءِ اهم ٿئي ٿو ۽ ان جي پاسداري فردن ۽ رياستن ٻنهي جي ذميداري آهي .اڄ جيڪڏهن نظر ڊوڙائيجي تہ خبر پوي ٿي تہ اسان جو سماج هن معاهدي کان وانجهيل آهي، ڪو تہ فرد پنهنجي ذميداري کڻڻ لاءِ تيار نہ آهي، رياست تہ هونئن ئي ڪوڪلي ۽ ويڳاڙپ جو شڪار آهي، ان ڪري اها پنهنجي اهڙي صورتحال ۾ عام فرد جو ڪردار ۽ اهميت معاشري جي بقا لاءِ اهم آهن پر اسان جي سماج ۾ عام ماڻهو بہ پنهنجي فرد ۽ ڪردار کان وانجهيل ۽ اڻ ڄاڻ آهن. اڄ اسان سماجي تنزلي جي ان حد تي اچي بيٺا آهيون. جو اسان ترقي ۽ خوشحالي ۽ برابري جهڙا لفظ صرف ڪتابن ۾ ليئن ٿا، سماجي برائيون جهڙوڪ جهالت، حسد، ناانصافي، حقن جي پائمالي ۽ عورت جي تذليل اسان وٽ گهر ڪري چڪيون آهن، قبائلي جهيڙا، ڦرون، اغوا، ڏاڙا، ڪاروڪاري ۽ اسڪولن جون ويرانيون، سياسي دولاب ۽ ٺڳيون روز جو معمول بڻيل آهن، انهن سڀني برائين جو ڪارڻ فردن ۽ رياست جو سماجي معاهدي تان هٽڻ ۽ پنهنجا فرض نڀائڻ نہ آهي.

اسان جي رياست عملي طور تي ويڳاڻپ جو شڪار آهي ته عام ماڻهو پنهنجي ذميدارين کان اڻواقف آهي، هن بي حسي جو ادراڪ جيڪڏهن جلد نه ڪيو ويو ته اسان جي وجود کي خطرا لاحق ٿي سگهن ٿا هونئن به حقيقت پسندي جي تناظر ۾ ڏٺو وڃي ته اسان گهڻو ڪجهه وڃائي چڪا آهيون، اسان جا پنهنجا قدرتي وسيلا، پنهنجا شهر ۽ پنهنجيون حڪومتون اسان جي هٿن کان نڪري چڪا آهن. پاڻي لاءِ سڪندڙ درياءَ جي هڪ ٻوڏ اسان جي هزارين خاندانن کي دربدر ڪري پناهگيرن وانگر رهڻ تي مجبور ڪري چڪي آهي، اسڪول اوطاقون بڻيل آهن ته استاد ڪمداري ۾ خوش آهن، مڪتب ويران ۽ هوٽلون آباد آهن، معمولي ڳالهه تي جهيڙا ڪنڌارپ ۽ خون ڪرڻ کي غيرتمندي جو نالو ڏنو ويو آهي.

سنڌ ۾ اڄ مذهبي انتهاپسندي جيڪا صدين تائين اسان کان دور هئي پڻ اسان ۾ گهر ڪري چڪي آهي. اهڙي صورتحال ۾ ضروري آهي ته معاشري جي فردن کي پنهنجي ذميدارين کان آگاهه ڪيو وڃي، فرسوده ۽ ناڪاره بڻيل سماجي معاهدي بدران هڪ نئون سماجي معاهدو آندو وڃي، رياست کي اهو احساس ڏياريو وڃي ته اسان کي اسان جي حقن تي جائز مالڪي تسليم ڪئي وڃي. تعليم ۽ ترقي جي رستن تي اسان جو جائز حق مڃيو وڃي تعليمي ادارن ۾ آندل بگاڙ، امن امان جي خراب صورتحال ۽ بنيادي سهولتن جي اڻاٺ کي فورن ختم ڪيو وڃي ته جيئن فردن کي پنهنجيون ذميداريون پوريون ڪرڻ ۾ آساني ٿئي ٿي، هن نئين معاهدي تحت

رياست جي ڏنل جائز حقن جي نتيجي ۾ فرد بہ سهپ برداشت، ترقي پسندي روشن خيالي ۽ جرات پسندي جو مظاهرو ڪندو.

اسان سماجي معاهدي کي بگاڙي اجتماعي سوچ کي ڇڏي انفرادي ۽ گروپ بندي جا شڪار ٿي ويا آهيون، اسان وٽ انجمن، سادات، اتحاد، سنگت، بلوچ ۽ ڄام گروپ جهڙن تنظيمن اسان کي ذات پات ۽ برادري جي رستي تي بند ڪري ڇڏيو آهي، هن عام مسئلن جو حل هڪ نئين سماجي معاهدي ۾ ئي سمايل آهي، اسان کي پنهنجي عوام ۾ شعور پيدا ڪرڻو پوندو، هتي هڪ سوال اهو بہ پيدا ٿئي ٿو تہ هن نئين سماجي معاهدي جو خاڪو ڪير تيار ڪندو، ان جا پڙ بنياد ڪير ٻڌائيندو. ان لاءِ ضروري آهي تہ اسان کي پنهنجي صوفي بزرگن جي ميعار مان رهنمائي حاصل ڪرڻ گهرجي. شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي پيغام کي عام ڪري ان تي عمل ڪري پنهنجو پاڻ کي جاڪوڙي، جدت پسند ۽ پڙهيل لکيل ڪري پنهنجي حقن جي حاصلات لاءِ جان بازي لڳائڻي آهي، هن نئين سماجي معاهدي تحت ڪنهن بہ فرسوده رسم جهالت، ناانصافي، ڪاروڪاري، حق تلفي ۽ لچائپ جي اسان وٽ ڪا بہ گنجائش نہ هجڻ گهرجي، ان ۾ ئي اسان جي ڀلائي ۽ بقا آهي. سنڌ ۾ وڌندڙ مذهبي انتهاپسندي آڏو بند ٻڌڻ گهرجن. ڇاڪاڻ تہ ٻاهريون فرسوده ڪلچر اسان جي ريتن، رسمن، سامجي قدرن کي تباهہ ڪرڻ طرف اڳتي وڌي رهي آهي. جنهن آڏو بند ٻڌڻ جي ضرورت آهي. ان لاءِ اسان سڀني کي پنهنجو پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي.

(**چيپل:** 4 فيبروري 2015ع)

# سنڌ جو دهشتگردن کي نياپو

سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان کهي آيل ڌرتي ڌڻين شڪارپور پهچي، اتان جي دهشتگردي سبب متاثر مائرن، ڀينرن، ڀيئرن ۽ ڀائرن سان يڪجهتي جو اظهار ڪيو آهي ۽ ساڻن هن ڏک ۾ شريڪ ٿيندي، بزل ۽ بي رحم انتهاپسند ٽولن کي پيغام ڏنو آهي ته سنڌ جا ماڻهو سندن بندوق جي زور تي اطاعت قبول نه ڪندا. هوشو، هيمون، روپلي، دودي، دولهه دريا خان ۽ شاهه عنايت شهيد جيان پنهنجي جان ته گهوريندا، پر دهشتگردن اڳيان گوڏا نه ڪوڙيندا. شاهه، سچل، سامي ۽ شيخ اياز جي فڪر جا وارث سنڌ جي ڪنهن به ڪنڊ کي وانا يا وزيرستان بڻجڻ نه ڏيندا.

شڪارپور ۾ دهشتگردي جي هيءَ ڪارروائي ڪا اوچتو عمل ۾ نه آئي هئي، نه وري ڪو حادثو هيو. پر اهڙي دهشتگرديءَ جا انديشا ان ڏينهن کان موجود هئا، جنهن ڏهاڙي سنڌ جي ڌرتي تي ٻهريون ڌاريون ماڻهو داخل ٿيو هو. سنڌ واسين جا ڏوهه ته ان ڏينهن کان ڏڪي رهيا هئا، جنهن ڏهاڙي سنڌ حڪومت جنرل ضياءُ الحق جي دور ۾ افغانستان کان آيل افغان پناهگيرن کي ڪراچيءَ سميت سنڌ جي ٻين شهرن ۾ آباد ڪرڻ جا سانباها ڪيا هئا، جڏهن اسان جي معيشت جي

مرڪزي شهر ۾ افغانين جون بستيون آباد ٿيون هيون تہ ڌرتي ڏٽين ان سڄي عمل کي سنڌ جي امن کي اماڙيون ٻچائڻ جي هيبتناڪ سازش قرار ڏنو هو. افغانين جي سنڌ ۾ آمد بعد هتان جا ماڻهو پهريون ڀيرو ڪلاشنڪوف ڪلچر کان واقف ٿيا هئا. ڪابل ۽ قنڌار ۾ استعمال ٿيل بارود سرحدون ٽپي ڀٽائي جي امن واري ديس کي ڳهائڻ شروع ڪيو هو، اسان سنڌ جا ماڻهو جنرل ضياءُ الحق جي مارشل لا واري دور کان وٺي مسلسل اهي دانهون ڪندا رهياسين تہ ٻيلي سنڌ جون سرحدون تاتارين، چنگيز خان ۽ مدد خان جي ٻوٿلچڻ لاءِ نہ کوليو، درندن ۽ وحشين جا اهي لشڪر ماضيءَ وانگر سنڌ کي ساڙي ڀسم ڪري ڇڏيندا، پر محڪوم ٻٽايل ماڻهن جي دانهن تي ڪنهن بہ ڌيان نہ ڏنو. پوءِ دنيا ڏٺو تہ سنڌ سميت سڄي ملڪ جا شهر ۽ وسنديون بارود سان واسجي ويون. اسان پنهنجن پيارن جي ڪفن دفن ۾ مصروف ٿي وياسين.

جڏهن سوات ۽ مالاڪنڊ ۾ مذهبي جنونيت خلاف فوجي آپريشن شروع ڪيو ويو تہ ان وقت بہ سنڌ جون سرحدون پناهگيرن جي ڪٽڪن لاءِ کولي امن ۽ رواداري واري ماحول کي سوليءَ تي چاڙهڻ جا سنباها ڪيا ويا. سنڌ جي ماڻهن دانهون ڪيون، مظاهرا ڪيا، ٻڪ هڙتالون ڪيون پر اسان جا حڪمران مهمان نوازيءَ جي نالي بدامني جا ڪوليل در بند ڪرڻ لاءِ تيار نہ ٿيا. ڪي پي ڪي صوبي جي پهاڙن مان آيل پناهگير نہ فقط سنڌ ۾ داخل ٿيا پر هنن پاڻ سان گڏ دهشت ۽ ڌماڪاءَ جا سڀ سامان هڙن ۾ ٻڌي آندا. لڪين سواتين ۽ مالاڪنڊين سان گڏ اهي دهشتگرد بہ منهنجي ڌرتيءَ تي پهچي

ويا، جيڪي فوجي آپريشن بعد محفوظ هنڌ جي تلاش ۾ هئا. حڪمرانن سوات ۽ مالاڪنڊ ڪي تہ محفوظ بڻائڻ تي شادمانا ملهايا پر انهن ان ڳالهہ ڏانهن قطعن ڌيان نہ ڏنو تہ اهي وحشي ۽ درندا سنڌ ديس ۾ ڪهڙا اچي هاجا ڪندا. اسان سوات ۽ مالاڪنڊ ڪي محفوظ بڻائڻ تي ارها نہ هياسين پر ان امن جي قيمت تي منهنجي ديس کي ساڙڻ جا جيڪي سانباها ڪيا ويا. ان ڏانهن اسان جي حڪمرانن ڪو بہ ڌيان نہ ڏنو. ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر جي معصوم ماڻهن کي جيئندان ڏيڻ لاءِ ڪي بہ اپاءُ نہ ورتا ويا. اڄ اسان حڪمرانن جي سنڌ دشمن پاليسين جو نتيجو ڏسي رهيا آهيون. شڪارپور سانحي جا جيترا ذميوار دهشتگرد آهن، اوترا اهي حڪمران بہ آهن، جن سنڌ جون سرحدون کولي سندن هن ڌرتي تي استقبال ڪيو هو.

(**چپيل**: 5 فيبروري 2015ع)

## دهشتگردن جا حامي ملڪ جا خير خواهه ٿي نه ٿا سگهن

ملڪ جي قبائلي علائقن خاص ڪري وزيرستان ۾ جڏهن فوج طرفان طالبان خلاف آپريشن ڪيو ويو هو ته طالبان دهشتگردن جي سنڌ ۾ آمد ۾ وڌيڪ اضافو ٿيو. ان ئي وقت سنڌ جي ماڻهن اهو مطالبو ڪيو هو ته سنڌ ۾ دهشتگردن جي آمد کي روڪڻ لاءِ سنڌ جون سرحدون سيل ڪري پوليس ۽ رينجرز مقرر ڪري قبائلين کي سنڌ اچڻ نه ڏنو وڃي. چاڪاڻ ته هن کان اڳ به سوات ۾ آپريشن ڪانپوءِ اتان هزارين ماڻهن سميت دهشتگرد پڻ سنڌ منتقل ٿي ويا هئا، ان ڪري هاڻ اترين علائقن ۾ به فوجي آپريشن ڪيو پيو وڃي ۽ اتان به طالبان دهشتگردن جي ڪراچي سميت سنڌ جي مختلف علائقن ۾ اچڻ جو خدشو آهي، ان ڪري سنڌ جون سرحدون سيل ڪيون وڃن. سنڌ جون سرحدون اوباوڙو، جيڪب آباد، شهدادڪوٽ ۽ ٻين هنڌن تان سيل ڪري اتي پوليس ۽ رينجرز جون چوڪيون قائم ڪيون وڃن ۽ سنڌ ۾ قبائلي علائقن جي ماڻهن کي داخل ٿيڻ نه ڏنو وڃي، اينڊز ويندڙ ماڻهن جي سخت چڪاس ڪئي وڃي، سپر هاءِ وي سان به فورسز جون چوڪيون قائم ڪيون وڃن، جڏهن ته ڪراچي ۾ موجود افغانين ۽ ٻين ڌارين جي آبادين جي سخت نگراني ڪئي وڃي ۽ ڌارين کي هڪ هنڌ رهڻ نه ڏنو وڃي، انهن جون آباديون وڌڻ نه ڏنيون وڃن.

سنڌ جي عوام جي ان مطالبي تي سنڌ سميت وفاقي حڪومت ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو. جنهن سبب دهشتگرد سنڌ ۾ نہ فقط ايندا رهيا، پر هنن هتي پنهنجي نيٽ ورڪ کي مضبوط ڪري ورتو. خود سنڌ حڪومت تسليم ڪري ٿي تہ ڪراچي ۾ 35 لکن کان وڌيڪ ماڻهو غير قانوني طور ترسيل آهن، جيڪي ڏوهن ۾ بہ ملوث ثابت ٿيا آهن. ڪجھ وقت اڳ هڪ اجلاس ۾ وڏي وزير سنڌ جي سمورن ايس ايس پيز کي هدايت ڪئي هئي تہ هو پنهنجن پنهنجن ٿاڻن جي حدن ۾ ڌارين ماڻهن تي ڪڙي نگاھ رکن ۽ انهن جي رجسٽريشن لاءِ حد جي ايس ايچ او کي ذميوار ڪيو وڃي. پر ان تي بہ ڪو عمل نہ ٿيو، جنهن سبب وزيرستان ۽ ٻين علائقن مان ايندڙ دهشتگردن جي ڪابہ رستا روڪ نہ ٿي سگهي.

سنڌ واسين طالبان دهشتگردن خلاف جنگ جي ان ڪري حمايت ڪئي هئي جو جيڪي رهزن اسان جي ٻچن جا قاتل آهن، جن اسان جي هر گهر ۾ تڏو وڇرايو آهي، سنڌي مائرن، ڀينرن ۽ ونين جي اکين ۾ لڙڪ آندا آهن، ملير، ٿر، ڪارونجهر، ڪاڇي، پڪي ۽ ڪچي جا ماڻهو انهن کي ڪيئن ٿا پنهنجو دوست ۽ ياءُ سمجهي سگهن. سنڌ جا ماڻهو تہ ان ڏينهن کان انهن دهشتگردن جا مخالف هئا، جڏهن آمريڪا ۽ پاڪستان سميت سعودي حڪمرانن اڳوڻي سوويت يونين سان نام نهاد جهاد لاءِ انهن کي مڃائي مهوڙ ڪري ميدان تي لاتو هو. اسان تہ ان وقت بہ ملڪ جي مڙني ماڻهن کي خبردار ڪري رهيا هئاسين تہ آمريڪي جنگ لاءِ جن دنيا جهان جي رهزنن کي هتي تاتي نپائي مهوڙ ڪيو پيو وڃي. اهي اڳتي

هلي سنڌين، پنجابين، بلوچن ۽ پناڻن جا ڪنڌ لٽندا. اهي رهزن اسان جي درسگاهن ۾ پڙهندڙ معصوم نياڻين جو رت وهائيندا، معصوم ٻارن ۽ نياڻين کي چورو چنو ڪندا. سندن سر تان ماءُ ۽ پيءُ جو شفقت ڀريو هٿ هٽائيندا. منهنجي سنڌ کي رت ۾ وهنجاريندڙ دهشتگرد ڪنهن بہ رعايت جا مستحق ناهن، ساڻن ڀائپي ۽ برادريءَ جو ناتو رچائيندڙ ڪنهن بہ طرح هن ملڪ جا خير خواهہ ٿي نہ ٿا سگهن. سنڌ حڪومت بنا ڪنهن دير جي سڄي سنڌ ۾ طالبان دهشتگردن خلاف بي رحم آپريشن جي شروعات ڪري. خاص ڪري ڪراچيءَ ۾ انهن جي محفوظ پناهہ گاهن جو خاتمو آندو وڃي. سوات، وزيرستان ۽ ٻين اترين علائقن کان سنڌ ۾ آيل پناهگيرن کي هڪدم پنهنجن علائقن ڏانهن واپس ڪري. ان سان سنڌ کي محفوظ بڻائي سگهجي ٿو.

(**چيپل**: 6 فيبروري 2015ع)

## ٿر ڪول پراجيڪٽ ۾ مقامي ماڻهن جا خدشا

سنڌ جي سڃاڻ ڏرين ٿر ڪول ايريا ۾ متاثر ٿيندڙ مقامي ماڻهن جي خدشن کي ختم ڪرڻ ۾ ري سيٽلمينٽ پاليسي واضح نہ ڪرڻ تائين ڪوئلي جي هلندڙ کوٽائي کي عالمي قانون موجب غيرقانوني ۾ غير انساني عمل قرار ڏنو آهي .ڌرتي ڌڻين گهر ڪئي آهي تہ ٿرڪول ايريا ۾ ايندڙ زمين ۾ ملڪيتن کي لينڊ ايڪيوئيشن ايڪٽ جي تلوار لٽڪائي پڳڙن مٺ عيوض ڪمپنين حوالي ڪرڻ بدران ليز تي ورتو وڃي ۾ ري سيٽلمينٽ پاليسي جي ڊرافٽ ۾ عوام جي حقن جي تحفظ کي يقيني بڻائي ان کي عوام آڏو پڌرو ڪيو وڃي. ساڃاهہ وندن اها بہ گهر ڪئي آهي تہ ٿر ڪول پراجيڪٽ ۾ مقامي ماڻهن کي ترجيحي بنيادن تي روزگار ڏيڻ سان گڏ عالمي قانون موجب ماحولياتي اثرن بابت سروي ڪرائي ان جي بچاءُ کي يقيني بڻايو وڃي. تازو اسلام ڪوٽ ۾ مقامي سماجي تنظيم گليڪسي ڊولپمينٽ آرگنائيزيشن پاران ٿر جي ڪوئلي سبب ٿيندڙ ترقي، اثر ۾ خدشا جي عنوان هيٺ ڪوٺايل سيمينار ۾ اهڙا مطالبا ڪيا ويا آهن.

سنڌ جي ماڻهن کي ماضيءَ جي تجربي سبب اهي خدشا آهن تہ ذوالفقار آباد ۽ ٿرڪول جهڙن منصوبن جي پردي پويان مقامي ماڻهن کي بيدخل ڪرڻ جي سازش سٽي وئي آهي. چاڪاڻ تہ سنڌ جي سمورن ميگا منصوبن سبب متاثر ٿيندڙ عوام اڃان تائين دربدر آهي. ٿر جي عوام پڻ ترقي جي نالي ۾ پنهنجي ڌرتي تان بيدخل ٿي سگهي ٿو. حڪومت جون پاليسيون واضح نہ هجڻ ڪري ٿر جو عوام خدشن جو شڪار آهن، اهي خدشا وقت بوقت حڪومت اڳيان مختلف صورتن ۾ آندا ويا آهن، پر ان جو ڪوبہ نوٽيس نہ ٿو ورتو وڃي. ان ڪري حڪومت کي ٿرڪول ايريا جي متاثرن جي مستقل آبادڪاري ۽ سندن حقن جي تحفظ لاءِ پاليسي واضح ڪرڻي پوندي. ماهرن موجب ٿر جي ڪوئلي جي معاملي تي سنڌ حڪومت جو تيار ڪيل ري سيٽلمينٽ پاليسي وارو ڊرافٽ مايوس ڪندڙ آهي جيڪو متاثر ٿيندڙ آبادي جي حقن جو تحفظ نٿو ڪري سگهي..

سنڌ سان هي هڪ وڏو الميو رهيو آهي تہ سنڌ کي معدني وسيلن تي حقيقي مالڪي نہ ٿي ڏني وڃي ٿي. اڄ بہ توهان ڏسندو تہ ٿر جي ڪوئلي جي حوالي سان اسلام آباد مان هدايتون جاري ٿين ٿيون. وفاق ۾ ڪجهہ ماڻهو اهڙا بہ آهن، جن ٿر جي ڪوئلي تي ٿيندڙ ڪم کي رولڙي جو شڪار بڻايو آهي. ٿر جي ڪوئلي جي پروجيڪٽ جي حوالي سان ڪروڙين روپيہ خرچ ٿي چڪا آهن، پر 19 سالن ۾ ڪوبہ نتيجو نہ نڪري سگهيو آهي. ٿر جي ڪوئلي تي سست رفتاري سان هلندڙ ڪم جي حوالي سان ڪڏهن مالي مسئلن جو عذر ڄاڻايو ٿو وڃي تہ

ڪڏهن جاپان ۾ سونامي اچڻ ۽ جديد مشينون نه ملڻ جو عذر جاڳايو ٿو وڃي ته ڪڏهن وري وفاق ۾ وينل ڪاموري، آفيسرن ۽ ٽيڪنوڪريٽ کي ذميوار قرار ڏنو ٿو وڃي ته اُهي ٿر جي ڪوئلي جي کوٽائي واري عمل ۾ رڪاوٽ بڻيل آهن. هن وقت صورتحال اها آهي جو ٿر جي ڪوئلي تي ڪم ڪندڙ ادارا ۽ انهن ۾ وينل ماڻهو (آفيسر) ٿر جي ڪوئلي تي ٿيندڙ ڪم متعلق ڪجهه ٻڌائڻ ڪان لنوائي رهيا آهن. انهن مان ٿلهي ليکي سمجهڻ گهرجي ته ٿر جي ڪوئلي جي کوٽائي واري عمل ۾ ڏريون رڪاوٽ بڻيل آهن

هن وقت سڄي ملڪ ۾ توانائي جو بحران آهي، جمهوري حڪومت جي قيام ڪانپوءِ ماڻهن ۾ هڪ اها اُميد جاڳي هئي ته موجوده جمهوري حڪومت پنهنجي 5 سالن جي عرصي ۾ توانائي جي بحران کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪا سگهاري رٿابندي ڪندي. پر افسوس ٿو ٿئي ته موجوده جمهوري حڪومت توانائي جي بحران جو ڪو مستقل حل نه ڪڍي سگهي آهي. جيڪڏهن هن حڪومت ۾ ٿر جي ڪوئلي جي کوٽائي ۽ استعمال جي حوالي سان سگهارا قدم کنيا وڃن ها ته ملڪ ۾ هن قسم جو توانائي بحران نه هجي ها. ٿر جي ڪوئلي مان بجلي جي پيداوار 2012ع تائين ممڪن ٿي سگهندي يا نه، ٿرڪول پراجيڪٽ ۾ مقامي ماڻهن کي روزگار ملندو يا نه؟ ٿرڪول پراجيڪٽ جي حوالي سان متاثر ٿيڻ لاءِ ڪجهه ٿي سگهندو؟ جيڪي ماڻهو لڏپلاڻ ڪندا اُنهن کي متبادل اجها ڏنا ويندا يا نه؟ هي اهڙا سوال آهن جن جا جواب ڪٿان به ملندي نظر نٿا اچن. جڏهن سنڌ حڪومت سمجهي ٿي ڪوئلو سنڌ جي

ملڪيت آهي تہ سنڌ جي هن اهم وسيلي کي استعمال ۾ آڻڻ ۽ ڪوئلي تي ٿيندڙ ڪم تي سنڌ حڪومت کي سنجيدگي سان غور ڪرڻ گهرجي. ٿر جي ڪوئلي جي بدلي مقامي ماڻهن کي ڇا ملندو، ڪوئلي جي بدلي ۾ سنڌ کي سندس ڪمائي جو ڪيترو حصو ملندو؟ ڪوئلي مان ملندڙ رقم ٿر تي ڪيتري خرچ ٿيندي؟ ٿرڪول پراجيڪٽ جي حوالي سان جوڙيل انفرا اسٽرڪچر ڪڏهن مڪمل ٿيندو؟ انهن سمورن نقطن جي حوالي سان هڪ واضح پاليسي منظرعام تي آڻڻ گهرجي؟

(**چيپل**: 7 فيبروري 2015ع)

## بلديا سانحو ۽ عوام جا ڏکندڙ ڏوھ

ڪراچي ۾ بلديا ٽائون ۾ فيڪٽري کي باھ ڏئي اڍائي سو ماڻھن کي زندھ ساڙي مارڻ وارن انڪشافن ملڪ جي مڙني ماڻھن کي سڪتي ۾ آڻي ڇڏيو آھي. ماڻھو سوچڻ تہ مجبور آھن تہ ڇا پيتي خاطر ايتري درندگي بہ ٿي سگھي ٿي .سنڌ رينجرز سنڌ ھاءِ ڪورٽ ۾ جمع ڪرايل ھڪ جاچ رپورٽ ۾ انڪشاف ڪيو آھي تہ ھڪ جوابدار پنھنجي ساٿين سميت فيڪٽري کي پيتي نہ ڏيڻ تان ڪيميڪل ھاري ساڙي ڇڏيو. جنھن سبب اڍائي سو ماڻھو سڙي ڪوئلو ٿي ويا. ان ظالم ۽ سفاڪ جوابدار الزام ھنيو آھي تہ ان ھيءُ عمل ھڪ سياسي پارٽي جي چوڻ تي ڪيو. جڏھن تہ اھڙي الزام بعد ايم ڪيو ايم رابطا ڪميٽي پاران ھڪ بيان ۾ انھيءَ ڳالھ جي سختيءَ سان ترديد ڪندي چيو ويو آھي تہ رضوان قريشي نالي ھمراھ جي حوالي سان ميڊيا ۾ اطلاع اچي رھيو آھي تہ ڄاڻايل ھمراھ بلديہ ٽائون جي فيڪٽري ۾ باھ ڏيڻ جي واقعي ۾ ملوث آھي. جڏھن تہ انھيءَ جو ايم ڪيو ايم سان پري پري تائين ڪوبہ تعلق ناھي. رابطا ڪميٽي چيو آھي تہ ايم ڪيو ايم جي ڪارڪنن جو انگ لکن ۾ آھي، اُن ۾ ڪوبہ شامل ٿي پنھنجو پاڻ کي ڪارڪن ظاھر ڪري سگھي ٿو. رابطا ڪاميٽي موجب ايم ڪيو ايم ۾ دھشتگرد، پيتا خور ۽ ڏوھاري لاءِ زيرو ٽوليرنس آھي. رابطا ڪميٽي حڪومت کان مطالبو ڪيو آھي

ته بلديه ٽائون سانحي ۾ ملوث وحشي ظالم کي آئين ۽ قانون موجب بلديه ٽائون جي چوڪ تي ڦاهي ڏني وڃي.

بلديا سانحي بابت نوان انڪشاف اچڻ تي ملڪ جي سياسي قيادت طرفان مطالبو ڪيو پيو وڃي ته هن قتل عام ۾ ملوث ڏرين ۽ جوابدارن کي انصاف جي ڪٽهڙي ۾ آڻي عبرتناڪ سزا ڏني وڃي. تحريڪ انصاف جي چيئرمين عمران خان، بلديا فيڪٽري سانحي بابت جي آءِ ٽي جي رپورٽ کي افسوسناڪ قرار ڏيندي چيو آهي ته سياسي جماعتن جون ويڙهاڪ ۽ پيتي خور ونگز ختم ٿيڻ گهرجن. عمران خان چيو ته بلديا ٽائون سانحي بابت جي آءِ ٽي جي رپورٽ تي ڪيس صدمو رسيو آهي، يقين نٿو اچي ته پيتو نه ملڻ جي ڪري ڪير ايڏي ڦهري ڪارروائي ڪري سگهي ٿو. هن جو وڌيڪ چوڻ هو ته بيحس حڪمرانن وٽ عام ماڻهوءَ جو ڪو به قدر ناهي. ٻئي طرف جماعت اسلامي جي سربراهه سراج الحق چيو آهي ته بلديه ٽائون فيڪٽري بابت رپورٽ حڪومت لاءِ امتحان آهي، اها ڪارروائي سياسي پارٽي نه ٿي ڪري سگهي، سياسي ماڻهو ڪڏهن به انسان کي جيئرو ناهن ساڙيندا. هن چيو ته بلديه ٽائون سانحي جي ذميوارن کي پڌرو ڪيو وڃي، جيڪا به پارٽي ان ۾ ملوث آهي، ان بابت عوام کي آگاهه ڪيو وڃي. جي آءِ ٽي ۾ ايم ڪيو ايم جو نالو اچڻ حڪومت لاءِ امتحان آهي، سانحي جا متاثر انتظار پيا ڪن ته وزيراعظم ڇا ٿو ڪري. هن چيو ته دهشتگرد دهشتگرد هوندو آهي، ان جو تعلق ڪنهن مذهب، فرقي يا نسل سان جوڙڻ غلط آهي، ڪابه سياسي پارٽي ايڏي وڏي تعداد ۾ ماڻهن کي ساڙي ماري نه ٿي

سگهي. سراج الحق جو چوڻ هيو ته ڪراچي شهر وڏين ڏکيائين مان گذري رهيو آهي 24 هزار ماڻهن کي ماريو ويو آهي پر هڪ به قاتل کي سزا ناهي ڏني وئي. سيپٽمبر 2012ع تي ڪراچي جي بلديا وسنديءَ ۾ ڪپڙي جي فيڪٽري ۾ باهه لڳڻ سبب 289 پورهيت ۽ ملازم سڙي رک ٿي ويا هئا ۽ 600 کان مٿي زخمي ٿيا هئا. اهو واقعو ملڪ جي باني قائداعظم محمد علي جناح جي فوت ٿي وڃڻ واري ڏينهن ٿيو هئو. واقعي لاءِ بنا دير به سبب ٻڌايا ويا هئا. هڪ، فيڪٽري ۾ بجلي جي شارٽ سرڪٽ سبب اها باهه لڳي ۽ ڪپڙن کي وڪوڙي ويئي. ٻيو ته فيڪٽري ۾ بوائلر ڦاٽڻ سبب اها باهه لڳي. جيڪي ڳالهيون وقت غلط ثابت ڪيون رينجرز پاران لکت ۾ پيش ڪيل رپورٽ ۾ اهو به چيو ويو آهي ته پوليس مفاهمت سبب انهن واقعن تي پردو وجهندي رهي آهي. ان بابت سنڌ پوليس کي پنهنجي پوزيشن واضح ڪرڻ گهرجي. ان سان گڏ وفاقي ۽ سنڌ حڪومت کي به هن معاملي تي روايتي چشم پوشي کان پاسو ڪرڻ گهرجي. معاملي جي بي ريا جاچ ڪري اڃا ڪارا پڌرا ڪرڻ گهرجن. فيڪٽري مالڪن کي ٻڌائڻو پوندو ته هنن کان ڇتو ڪنهن گهريو هو.

(**چيچيل**: 8 فيبروري 2015ع)

# قومي حقن کان انکار سبب بحران

پاڪستان ۾ ننڍين ۽ پوئتي پيل قومن جون شڪايتون دور ڪرڻ ۽ ڪين زندگي جي هر ميدان ۾ انصاف ڏيڻ ۽ خوشحالي جي رستي تي آڻڻ لاءِ ڪي بنيادي انقلابي تبديليون آڻيون پونديون .اهي پاڻ نہ اينديون، پر انهن لاءِ ننڍين صوبن جي عوام ڪي موثر نموني آواز اٿارڻو ۽ جدوجهد ڪرڻي پوندي. ان لاءِ پاڪستان جي وفاق ڪي مضبوط ۽ مستحڪم ڏسندڙن جو فرض آهي تہ هو ننڍين قومن جي جائز مسئلن ڪي حل ڪرڻ لاءِ گڏجي جدوجهد ڪن. جيڪڏهن هيٺين ڪجهہ بنيادي نقطن جي آڌار تي جدوجهد هلائي وڃي تہ جيڪر پاڪستان جو وفاق مضبوط ۽ مستحڪم ٿيڻ سان گڏ خوشحال ۽ آسودو پڻ بنجي پوي ۽ قومن ۾ وڌندڙ نفرتون هميشہ لاءِ ختم ٿي وڃن. پاڪستان ۾ چئن قومن جي جداگانہ قومي وجودن ڪي تسليم ڪري، پاڪستان ڪي هڪ گهڻ قومي ملڪ مڃيندي، چئني قومن جي وطنن )صوبن) ڪي آزاد ۽ خودمختيار رياستن جو درجو ڏنو وڃي. پارلياماني طرز حڪومت جي مطابق پاڪستان جو هڪ اهڙو وفاق قائم ڪيو وڃي، جنهن ۾ بالغ راءِ دهيءَ جي اصول تي سڌو سنئون چونڊيل قانون ساز اسيمبليءَ ڪي مڪمل بالادستي حاصل

هجي ۽ وفاقي قانون ساز اسيمبليءَ ۾ مڙني قومن کي هڪ جيتري نمائندگي ڏني وڃي. وفاقي حڪومت صرف ٽي ڪاتا دفاع، پرڏيهي معاملا ۽ ڪرنسي پاڻ وٽ رکي. جنهن جي انتظاميہ ۾ چئني قومن جي هڪ جيتري نمائندگي هجي. صوبن جي وچ ۾ سرمائي جي آزادانہ منتقليءَ تي بندش وڌي وڃي ۽ وفاقي يونٽن کي پنهنجو الڳ بئنڪ سرمايو محفوظ ڪرڻ جو حق هجي ۽ سندن لاءِ الڳ بئنڪ، بجيٽ ۽ مالياتي نظام هجي. ٽيڪسن جي نفاذ ۽ وصوليءَ جو اختيار وفاقي يونٽن وٽ هجڻ گهرجي ۽ وفاق کي خرچ پکي لاءِ يونٽ هڪ جيترو ٽيڪس ادا ڪن. اهڙي طرح وفاق طرفان ملندڙ گرانٽون يا ٻيون امدادون هڪ جيتري تناسب سان يونٽن ۾ ورهايون وڃن. وفاقي يونٽن کي پنهنجي نيم فوجي تنظيم (مليشيا) رکڻ جو اختيار هجي. جنهن جي انتظامي ڪمن ۾ وفاقي يونٽ آزاد ۽ خودمختيار هجن. چئني قومن جي ٻولين کي قومي ٻولين جو درجو ڏنو وڃي ۽ هر ٻوليءَ کي پنهنجي واسطيدار يونٽ اندر سرڪاري توڙي خانگي لکپڙهہ جي ڪمن ۾ استعمال ۾ آندو وڃي. اردو کي چئني يونٽن جي وچ ۾ رابطي جي زبان طور رهڻ ڏنو وڃي.

پياري پاڪستان ۾ جيستائين بنيادي نوعيت جون تبديليون نہ اينديون، تيستائين يائيچاري واري فضا قائم رهي نہ سگهندي. ان لاءِ ضروري آهي تہ فوج ۾ چئني قومن کي هڪ جيتري نمائندگي ڏئي، فوج ۾ هڪ صوبي جي هڪ هٽيءَ کي ختم نہ ٿو ڪجي. صوبن جي وچ ۾ ٿيندڙ لڏپلاڻ بند ڪرائي نہ ٿي وڃي ۽ سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ٻين صوبن جي آيل

ماڻهن کي واپس نہ ٿو ڪيو وڃي ۽ انهن جون ملڪيتون واپس ڪري مقامي رهواسين کي نہ ٿيون ڏنيون وڃن. هندستان مان آيل مهاجرن کي هتان جي قومن ۾ ضم ٿي انهن جي ٻولي ۽ تهذيب کي اپنائڻ تي مجبور نہ ٿو ڪيو وڃي. ان بنياد تي ئي پاڪستان کي متحد ۽ مستحڪم ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن هن وقت بہ وڏي بالادست قوم طرفان ننڍين قومن جي سماجي ۽ معاشي حقن کي نظرانداز ڪيو ويو تہ ننڍيون قومون مجبور ٿي اهڙا رستا اختيار ڪنديون، جيڪي وري ٻيهر هڪ ٻئي سان ملي نہ سگهندا. اسان هتي پ پ، نواز ليگ، عوامي نيشنل پارٽيءَ، بلوچستان ۾ پ پ قيادت ۽ پنجاب جي عوام دوست ڌرين کي وينتي ڪنداسين تہ هو هاڻي ملڪ کي بچائڻ لاءِ زباني ڪلامي دعوائن ڪرڻ ۽ مظلوم قومن جي نالي تي دل پشوري ڪرڻ وارن ترڪتالن کي ڇڏي اهڙا ديرپا قدم کڻن، جن سان ماضي ۾ ٿيل ظلمن ۽ نانصافين جي ڪاري باب جو هميشہ لاءِ خاتمو ٿي وڃي. قدرت هر ڀيري اهڙا موقعا مهيا نہ ڪندي آهي.

(ڇپيل: 12 فيبروري 2015ع)

## ٿر جي قسمت ڇو نہ ٿي بدلجي؟

سنڌ جي انتهائي نظرانداز ڪيل علائقي ٿر ۾ جڏهن ڪوئلو هٿ آيو هو تہ حڪمرانن خوشي وچان اهي اعلان ڪيا هئا تہ ٿر مان ڪارو سون هٿ آيو آهي، جيڪو سڄي ملڪ جي قسمت تبديل ڪري ڇڏيندو .خاص ڪري ٿر جي عوام جا ڏک ۽ ڏولاوا ختم ٿي ويندا. پر ڪاري سون جي مالڪ ماڻهن جي قسمت ۾ ڪوبہ ڦيرو نہ آيو آهي. ابتلندو هو بکن ۽ بيمارين جي ور چڙهي ويا آهن. حڪمرانن سندن پرگهور لهڻ لاءِ تيار ناهن. ڪجهہ وزير ڪبير ۽ اسيمبلي ميمبر ان صورتحال کي قدرت جو لکيو سمجهي پاڻ کي ذميوارين کان آجو سمجهي رهيا آهن. ٿر ۾ بدترين ڏڪار سبب بک جو شڪار ٻارن سان اسپتالون سٽجي ويون آهن، ڏورانهن علائقن ۾ وڏيڪ ٻار مرڻ جو خدشو آهي. هر گهر ۾ معصوم ٻارڙا بيماري ۾ مبتلا ٿي ويا آهن. ٿرپارڪر جي ڀهراڙي وارن ڳوٺن ۾ ڪي بہ صحت جون سهولتون نہ هئڻ ڪري مسڪين ماڻهو پنهنجن گلن جهڙن ٻارڙن کي پرائيويٽ اسپتالن ۾ داخل ڪرائي رهيا آهن. علاج نہ ٿيڻ توڙي غربت سبب پري پري وارن ڳوٺن جي ڪيترن ئي مائرن جا گل ڪومائجي ويا آهن.

ٿر ۾ انتظامي بي حسي جي انتها ٿي وئي، ظالم انتظاميہ گودامن ۾ پيل ڪڻڪ خراب ٿيڻ ڏني پر بک مرندڙ ماڻهن کي نہ ڏني، وڏيڪ ڪيترائي ٻار بک سبب زندگي ۽ موت جي ٻہ واٽي تي بيٺل آهن. سرڪار ٿرين جي مدد ڪرڻ

بدران سندن ڦٽن تي لوٽ ﭬرڪڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي، ڏڪار سٽيل علائقن ڪي پيڪج ڏيڻ بدران ڪين پن جا ٽڪر ڏئي ٺٺولي ڪئي پئي وڃي. پر جڏهن معاملو ٿر جون حدون اورانگهي ملڪي سطح تي پهتو تہ نيٺ حڪومت ٿر ضلعي ڪي آفت سٽيل علائقو قرار ڏنو ۽ ٿر لاءِ پيڪيج جو بہ اعلان ڪيو آهي. ٿر واسي هڪ ڀيرو ٻيهر يتيم ٿڻجي ويا، ڏڪار واري صورتحال سبب ڪيترائي ٻارڙا زندگي جي جنگ هارائي وينا، هزارين ماڻهو بک ۽ اڄ سبب زندگي جا آخري ڏينهن ڳڙي رهيا آهن، سنڌ سرڪار توڙي ضلعي انتظاميا ڏڪار سٽيلن سان سهڪار ڪرڻ بدران وڌيڪ پريشانيون پيدا ڪري ڇڏيون آهن. ٿر ۾ خوراڪ جي خطرناڪ صورتحال ٿرين جا حال هيٺا ۽ سور ٻيٽا ڪري ڇڏيا، انتظامي لاپرواهي سبب ڪيترائي معصوم ٻارڙا زندگي جي جنگ هارائي ويا، انتظاميا 4 سئو ڪان وڌيڪ ٻارڙن جو موت بہ نارمل صورتحال قرار ڏئي ڇڏي آهي. حڪومت طرفان ڏنل ڪٽڪ جون ٻوريون بہ گودامن جي زينت بڻيل آهن، ڏڪار جي صورت ۾ ٿر واسي مال وڪري ڪري زندگي جو گاڏو هلائيندا آهن، پر اهو وڪر بہ ڏکر ڪڙڪائي ورتو آهي. مارو ماڻهو ويتر پريشانين ۾ مبتلا ٿي ويا آهن.. مٺي اسپتال ۾ داخل ڪيل ڪيترائي ٻارڙا پڻ زندگي ۽ موت جي بہ واٽي تي بيٺل آهن، اسپتال ۾ سهولتن جي اڻهوند ۽ انتظاميا طرفان ڌيان نہ ڏيڻ ڪري وڌيڪ ٻارڙا فوت ٿيڻ جو خدشو وڌي ويو آهي. حڪومت ۽ انتظاميا جي نلهن دعوائن ۽ آسرن ٿر واسين کي هن ڀيري بہ يتيم بڻائي ڇڏيو آهي ۽ هر طرف موت جو راڪاس گهمي رهيو

آهي. حڪومت کي سڪٽا اعلان ڪرڻ بدران هنگامي بنيادن تي ٿر ۾ ڪاڏي خوراڪ جو بندوبست ڪرڻ گهرجي. ميڊيڪل ٽيمون موڪلي انساني حياتيون بچايون وڃن. هي معاملو سياسي ڊوڙ جي پويان لٽجي وڃڻ نہ گهرجي. هر روز انساني جانين جو زيان معمول جو مامرو بڻجڻ نہ گهرجي. هي بي حسي ماڻهن جي دلين ۾ نفرتن جا ٿوهر پوکيندي. پوءِ انهن دلين منجهان حڪمرانن لاءِ خير جون دعائون نہ ٿيون نڪري سگهن.

(**چيچيل**: 12 فيبروري 2015ع)

## سڀ ڳجهہ ظاهر ٿيڻ گهرجن

ڪراچي ۾ بلديا فيڪٽري کي ساڙي 3 سئو کن ماڻهن کي جيئرو ساڙي مارڻ ۽ 12 مئي تي اڳواٽي چيف جسٽس افتخار چوڌري جي آمد تي سندس استقبال لاءِ ويل ماڻهن تي حملو ڪري ڏيڍ سو کان وڌيڪ شهرين کي گولين جو کاڄ بڻائڻ وارن واقعن جي مبينا جوابدارن جي گرفتاري تي ملڪ جو سياسي ماحول انتهائي گرم ٿي ويو آهي. هڪ طرف الزام هيٺ آيل ماڻهو پنهنجي سياسي وابستگي هڪ شهري تنظيم سان ظاهر ڪري رهيا آهن تہ ٻئي طرف ان سلسلي ۾ ترديدن ۽ وضاحتن جو نہ کٽندڙ سلسلو جاري آهي. تحريڪ انصاف جي سربراهہ عمران خان ايم ڪيو ايم جي سربراهہ الطاف حسين تي تنقيد ڪندي چيو آهي تہ متحده جي هٿياربند ونگ ختم ڪرڻ کانسواءِ ٽارگيٽ ڪلنگ ختم نہ ٿيندي. وزيراعظم بلديہ ٽائون سانحي جي متاثرن کي انصاف ڏياري، سڄي قوم الطاف حسين جي دهشتگردي خلاف اُٿي بيهي. اسلام آباد ۾ پريس ڪندي عمران خان چيو تہ ايم ڪيو ايم جو سربراهہ پي ٽي آئي جي عورتن بابت ڪريل زبان استعمال ڪئي. هو بزدل ماڻهو آهي، موت کان ڊڄي ٿو ۽ لنڊن ۾ ويهي پاڪستان ۾ ماڻهن کي مارائيندو آهي. عمران خان حڪومت کي مخاطب ٿيندي چيو تہ بلديہ سانحي ۾ ڀتي لاءِ فيڪٽري کي باهہ ڏني وئي. وزيراعظم بلديہ ٽائون سانحي جي متاثرن کي انصاف ڏياري ۽ جانچ ٽيم جي رپورٽ ۾ شامل ماڻهن کي گرفتار ڪرائي.

عمران خان اهو به مطالبو ڪيو آهي ته بلديه ٽائون سانحو پشاور سانحي جهڙو سانحو آهي. اُن جو ڪيس فوجي عدالت ۾ هلايو وڃي. هن اُهو به مطالبو ڪيو ته عمران فاروق قتل ڪيس جي ٻنهي گواهن کي برطانوي حڪومت جي حوالي ڪيو وڃي.

ٻئي طرف ايم ڪيو ايم عمران خان جي الزامن کي رد ڪندي چيو آهي ته عمران خان جي ڇڙ ڏيارينڊڙ تقرير جو مقصد ڪراچي کي بدامني ڏانهن ڌڪڻ آهي. عمران خان طالبان خلاف قومي اتفاق راءِ کي تباهه ڪرڻ چاهي ٿو. متحده قومي موومينٽ جي رابطا ڪميٽي جي حيدر عباس رضوي جو چوڻ آهي عمران خان قائد الطاف حسين خلاف بازاري زبان استعمال ڪئي. حالتون ۾ واقعا ٻڌائي رهيا آهن ته عمران خان جي پريس ڪانفرنس ڊرٽي وانگر ڪنهن طي ٿيل منصوبي جو حصو آهي. عمران خان جي تقرير پهريان ڪان ئي طي ٿيل هئي. ايم ڪيو ايم خلاف جيڪو سلسلو هلي رهيو آهي، عمران خان جي تقرير اُن جو حصو آهي. عمران خان جي پريس ڪانفرنس انتهائي مذمت جوڳي آهي. حيدر عباس رضوي چيو ته عمران خان الطاف حسين لاءِ نهايت ڪريل زبان استعمال ڪئي پر اُن جي باوجود اسان جي ڪارڪنن انتهائي صبر جو مظاهرو ڪيو. هن چيو ته ملڪي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو دهشتگردي خلاف سياسي پارٽين اتفاق ڪيو پر تحريڪ انصاف قومي اتفاق راءِ کي تباهه ڪري رهي آهي. عمران خان وزيراعظم نوازشريف ۽ آرمي چيف جنرل راحيل شريف جي ڪراچي جي دوري ڪان اڳ

۾ بدامني چاهي ٿو. عمران خان ملڪ ۾ سياسي افراتفري چاهي ٿو.

ڪراچي ۾ گذريل چند ڏهاڪن ۾ خاص ڪري جنرل ضياءَ جي مارشل لا بعد جيڪي ڪجهه ٿيندو رهيو آهي، ان جي چنڊ ڇاڻ ضروري آهي. ڪراچي ۾ بلديا فيڪٽري ڪي ساڙي 3 سئو کن ماڻهن کي جيئرو ساڙي مارڻ ۾ 12 مئي تي اڳواٽي چيف جسٽس افتخار چوڌري جي آمد تي سندس استقبال لاءِ ويل ماڻهن تي حملو ڪري ڏيڍ سو کان وڌيڪ شهرين کي گولين جو کاڄ بڻائڻ وارن واقعن جي بي ريا جاچ ٿيڻ گهرجي. هن مامري کي سياست جي ور چاڙهڻ نه گهرجي، پر ملڪ ۾ عدالتون موجود آهن، انهن کي ئي فيصلو ڪرڻ جو موقعو ملڻ گهرجي. چاڪاڻ ته سياسي چڪتاڻ سان مامرا صاف ته نه ٿيندا، پر وڌيڪ مونجهاري جو شڪار ٿيندا. هن معاملي تي وفاقي حڪومت کي پنهنجي چپ جو روزو ٽوڙڻ گهرجي. خود سنڌ حڪومت کي به معصوم ماڻهن جي بي رحماڻي موت کي سياسي مفاهمت جي ور چاڙهڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي. هاڻي وقت اچي ويو آهي ته سڀ ڪجهه ظاهر ٿيڻ گهرجن. سياسي مفاهمت جا پردا چاڪ ٿيڻ کپن.

(**چپيل:** 10 **فيبروري** 2015ع)

## دهشتگردي خلاف عوام جو آواز

پياري پاڪستان ۾ دهشتگردي جا ڪيترائي فيڪٽر موجود آهن. ڪنهن قوم ڪنهن گروه ڪنهن نسل ڪي غير قانوني غير آئيني طريقي سان ڌمڪي ڏيڻ انهن تي ظلم ڪرڻ، جيئن اهي پنهنجا جائز طريقي جي حقن تان هٽ ڪٽي وڃن اها به دهشتگردي ۾ شامل آهي. جيڪڏهن ڏسجي ته دهشتگردي جا سڀ فيڪٽر ڪراچي ۾ موجود آهن اهي پنهنجي طاقت جي زور تي ڪمزور ماڻهون تي ڏاڍ ڪن ٿا انهن کان ڀتو وصول ڪن ٿا. اهي گروهه پنهنجي طاقت جي زور تي اڳتي وڌي رهيا آهن هڪ شهر کان ٻئي شهر تائين اهي پنهنجي طاقت جي ذريعي پيسي جي ذريعي ماڻهن کي پنهنجو ڪري رهيا آهن. انهن نامعلوم ماڻهن جي پارٽي ۾ اچڻ جو رستو آهي پر وڃڻ جو ڪونهي جنهن به ڪارڪن پارٽي ڇڏي اهو ماريو ويندو. انهن جي خلاف ڪير سڄي شهر ۾ ڪو ڳالهائي ڪونه سگهندو. اهو عمل به دهشت گردي ۾ شمار ٿئي ٿو جو ان شهر جو عوام ان مخصوص گروه کان اهڙو ته ڊڄي ٿو جو انهي جي خامين کي خامي، انهن جي دهشتگردي کي دهشتگردي چئي نه ٿو سگهي. ان جو حل اهو آهي ته رياست جي قانون کي قانون تي عمل ڪرڻو پوندو جيئن رياست جي آرمي پوليس رينجرس پنهنجو عمل، پنهنجو ڪم ايمانداري سان ڪندي ته اها دهشتگردي ختم ٿي ويندي. پر شرط اهو آهي ته رياست جو قانون ۽ قانون نافذ ڪرڻ وارا ايمانداري کان ڪم وٺن .جيئن ان نامعلوم دهشتگرد کي سوگهو ڪري سگهجي،

ان جا سرپرست سوگھا ڪري سگھجن. جڏهن هڪ گروپ ڪراچي ۾ دهشتگري ڦهلائي تيئن ڪجھ ٻين گروهن ٻہ ان جي پوئلڳي ڪئي پر اجان ٻہ ننڍي پيماني تي. جنهن ۾ لياري گينگ ۽ ٻيا ڪيترائي ننڍا ننڍا گروه آهن. جيڪڏهن اسان هاڻي موجوده دور ۾ ڏسون تہ ڪراچي شهر ۾ قانون انهن جي عمل خلاف ردعمل ڏيکاريو تہ سماج ۾ ڪيتري خوشي جي لهر ڊوڙي آهي. عام ماڻهو هاڻي انهن جي خلاف ڳالهائي ٿو، ايتري حد تائين جو ماڻهن ۾ ڏينهن ٻہ ڏينهن شعور وڌندو ٿو وڃي.

جڏهن رياست جي ماڻهو تعليم جي طرف گهٽي مان گهٽو ڌيان ڏيندا تہ ان رياست جا ماڻهو دهشتگردي بي ايماني اڻبرابري ڪان پري ٿيندا ويندا. ان جو حاصل مقصد اهو آهي تہ ڪنهن ٻہ مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ان جي رياست کي تعليم جي طرف ۽ انسانيت جي طرف ڌيان ڏيڻو پوندو تہ پو اها رياست ترقي جي طرف رخ ڪندي. ٻيو حل اهو آهي تہ هن رياست جي ماڻهن کي پنهنجي صوفي بزرگن جي تعليم ڏي ڌيان ڏيڻو پوندو ۽ پنهنجي نئي ٿهي جي ٻارن کي انهن بابت ڄاڻ ڏيڻي پوندي صوفي بزرگن جي قول ڪلام سان ٻارن جي سوچ مان ڪٽرپڻو ختم ٿيندو اهي آزاد سوچ سان گڏ جيئندا دهشتگردي پيدا ٿيڻ جو سبب ئي پيدا نہ ٿيندو جيترا ٻہ آزاد خيال ماڻهون هن رياست ۾ رهن ٿا جن ٻہ ماڻهن وٽ پاڪستان جي سنڌ جي صوفي بزرگن جي تعليم جو اثر آهي .اهي دهشتگردي ڪٽرپڻي فرقہ پرستي جا سخت مخالف آهن چاهي اهي ماضي ۾ هجن يان حال ۾ ،هڪ پڙهيل لکيل آزاد سوچ رکندڙ انسان کي ئي اها ڄاڻ هوندي آهي تہ رياست جي ڀلائي

چاهِ آهي، تڏهن تہ هن خطي جا بزرگ اها تعليم ڏئي ويا جنهن ۾ ڪٽرپڻو موجوده نہ آهي.جنهن ۾ انسانيت جو سبق ڏنل آهي.
انهن بزرگن ۾ اسان جو بابا بلي شاهہ غلام فريد ،بابا رحمان، شاهہ لطيف، سچل، سامي، سائين بيدل، سائين رڪيل شاهہ قاضي قادن ۽ شاهہ ڪريم سميت ٻيا بہ ڪيترائي نالا اچي وڃن ٿا. جن ڪي اها ڄاڻ هئي تہ انسان ذات ڪي ڪهڙي راهہ ڏسجي تہ جيئن اهي گمراهہ نہ ٿين هڪ ٻئي جو قتل عام نہ ڪن. ان ڪري ضروري آهي تہ صوفي بزرگن جي تعليم تي عمل ڪندي دهشتگرديءَ جو مقابلو ڪرڻ گهرجي.

(**چپيل**: 19 فيبروري 2015ع)

## عوام کان لا تعلق بڻيل حڪمران

ملڪ ۾ پ پ حڪومت هجي يا ليگي، ملڪ تي ڪو آمر حڪمران هجي يا جمهوريت پسند سياستدان پر مسڪين ماڻهن جي قسمت تبديل ٿيڻ جو نانءُ ئي نہ ٿي وٺي. غريب ماڻهو بک، بدحالي ڪي منهن ڏين يا بدامني جي راڪاس جي چنبن مان بچڻ جي ڪوشش ڪن. ان امتحان ماڻهن جون متيون منجهائي ڇڏيون آهن. ملڪ ۾ ايندڙ تبديليون ماڻهن جي قسمت تبديل ڪرڻ بدران سندن ڏک سور ٻيڻا ڪري رهيون آهن. اسان جي حڪمران سياستدانن ڪي عوام جو ڪوبہ اونو ناهي. هنن ڪي تہ اصل فڪر اقتدار بچائڻ جو آهي. ڪين جوڙ توڙ مان فرصت ملي تہ پنهنجن ووٽرن جي بہ سار سنڀال لهن. هتي تہ معاملا ان سطح تي وڃي پهتا آهن جو عام ماڻهو حڪومتي ڪاروهنوار کان الڳ ڪيو ويو آهي. سنڌ بدامني جي باهہ ۾ سڙي رهي آهي. پوليس ماڻهن جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو آهي. پر ڪوبہ خدا جي خلق ڪي انصاف مهيا ڪرڻ لاءِ تيار ناهي. اهوئي سبب آهي جو ماڻهو حڪومتي معاملن کان لاتعلق بڻجندا پيا وڃن. سندن ووٽ جو تقدس پائمال ٿيڻ سبب هو ووٽ ذريعي تبديلي تان ارواح ئي ڪٽي ويا آهن. عوام ڪي ملڪي معاملن کان ايترو تہ لاتعلق بڻايو ويو آهي جو هو حڪومت ۽ پاڻ ڪي الڳ الڳ تصور ڪن ٿا.

سنڌ مان روز مسڪين ۽ بي پهچ ماڻهو اغوا ڪري پنگ بعد واپس ڪيا پيا وڃن. اغو جي انڊسٽري جي واڌ ويجهہ

تي حڪومت خاموش آهي. سپريم ڪورٽ به خاموش رهي ٿي، حڪومت روايتي جاچ جو حڪم ڏيندي آهي. سنڌي ماڻهن کي پنهنجي ئي ڌرتي تي ننڍڙڪو ڪري اغوا ڪيو پيو وڃي ۽ ماريو پيو وڃي. شهرن ۾ دهشتگرد ته ٻهراڙين ۾ وري وردي وارا دهشتگرد ۽ ڌاڙيل مسڪين ماڻهن جو ڪوس ڪري رهيا آهن. ڪوبه پڇڻ وارو ناهي. آخر سنڌ جي عوام کي ڪهڙي گناهه جي سزا ڏني پئي وڃي. ڇا هنن جو ڏوهه اهو آهي ته هو پرامن ماڻهو آهن. هو دهشتگردن وانگر موتمار هٿيار جي ٻولي نه ٿا ڳالهائن. هو آمريت پسند ناهن، هنن جو جمهوريت منجهه ويساهه آهي. ان ڪري ڪين رت ۾ وهجاريو پيو وڃي.

سنڌ جي ٻين علائقن جي ڀيٽ ۾ سنڌ جي مٿين ضلعن ۾ ڌوهارين جا راڄ آهن. اغوا، ڦرون ۽ غيرت جي نالي تي قتل ٿيڻ روز جو معمول بڻيل آهي. ٻيو ته ٺهيو پر معصوم ٻارڙن سان زيادتيون ڪري ڪين قتل ڪيو ويندو آهي. سنڌ ۾ ڪيترائي قبيلائي جهيڙا هلندڙ آهن، جيڪي سئو سئو ڪان وڌيڪ جانيون ڳڙڪائي چڪا آهن. ڌريون مسلسل مورچابند بڻيل هونديون آهن. رڳو ٿورڙي به اڳرائي ٿئي ٿي ته دزن کن ماڻهو قتل ٿيو وڃن ۽ پوليس انتظاميه رڳو پڪٽون قائم ڪرڻ ۾ پوري هوندي آهي، ان کانسواءِ ڪجهه به ڪري ناهي سگهندي. اُهو سلسلو ڪافي وقت کان هلندو پيو اچي پر ان جي خاتمي لاءِ ڪير قدم کڻڻ لاءِ تيار ناهي، انهن واقعن جو ذميوار ڪير آهي؟ ائين محسوس ٿيندو آهي جڻ اهو اسان جو ڪلچر هجي. ڪيڏي نه بي حسي جي حد آهي اسان وٽ، ڏوهه ڪرڻ وارو ته هون به بي حس هوندو آهي پر حڪومت ۽

پوليس انتظاميہ بہ انهن جيتري بي حس آهي جو انهن ڏوهن کي روڪڻ جي لاءِ کو بہ قدم ناهي کڻندي. اسان جي حڪمرانن سنڌ کي دهشتگردن، ڌاڙيلن ۽ وردي پوش قاتلن ۽ رهزنن جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي. ڪوبہ ڪنهن کان پڇڻ وارو ناهي تہ آخر سنڌ کي ڪهڙي ڏوهہ جي سزا ڏني پئي وڃي. ڇا سنڌ جي ماڻهن لاءِ هي عقوبتون ۽ رهزنيون برداشت ڪرڻ مقدر بڻجي ويو آهي. اقتدار ڌڻين کي سمجهڻ گهرجي تہ هي ڪرسي ۽ اقتدار اچڻي وڃڻي شيءِ آهي. وقت هميشہ ساڳيو نہ رهندو. اڄ اقتدار ۾ ويٺل سياڻي ڀيهر ان عوام وٽ ويندا، جن کي هنن اڄ اقتدار جي نشي ۾ وساري ڇڏيو آهي. ايندڙ مستقبل کي نظر ۾ رکندي کين اها پوک پوکڻ گهرجي، جيڪا سياڻي پاڻ لڻي بہ سگهن.

(**ڇپيل**: 19 **فيبروري** 2015ع)

# امڙ جي ٻولي جو ڏهاڙو

گڏيل قومن پاران هر سال 21 فيبروري تي مادري ٻولين جو ڏهاڙو ملهايو ويندو آهي، ان ڏهاڙي جي تاريخ جي حوالي سان چيو وڃي ٿو تہ ورهاڱي ڪانپوءِ جڏهن هندستان ۽ پاڪستان نالي ٻہ ملڪ وجود ۾ آيا تہ ڀارت سان لڳندڙ بنگال واري علائقي کي اوڀر پاڪستان جو نالو ڏئي پاڪستان جو هڪ حصو بڻايو ويو، جڏهن تہ پاڪستان جي نهڻ شرط اردو ٻولي کي قومي ٻولي جو درجو ڏنو ويو ۽ اوڀر پاڪستان ۾ بنگالي ٻولي ڳالهائي ويندي هئي، 1952ع ۾ حڪومت اتي اردو ٻولي کي لاڳو ڪيو تہ ڍاڪا يونيورسٽي جي شاگردن ان خلاف احتجاج ڪيو ۽ پنهنجي ٻولي جي بچاءُ لاءِ تحريڪ هلائي، 21 فيبروري 1952ع تي جڏهن اهي شاگرد پنهنجي ٻولي کي بچائڻ لاءِ احتجاج ڪري رهيا هئا تہ پوليس مٿن فائرنگ ڪري ڏني، جنهن ۾ 4 شاگرد مارجي ويا، انهن شاگردن پنهنجي مادري ٻولي جي تحفظ لاءِ پنهنجي جانين جو نذرانو ڏنو. انهيءَ تحريڪ جي نتيجي ۾ 29 فيبروري 1956ع تي پاڪستان ۾ هڪ قانون منظور ڪري بنگالي ٻولي کي لکپڙھ واري ٻولي جو درجو ڏنو ويو، جڏهن تہ 21 فيبروري 1952 تي چئن شاگردن جي قتل واري واقعي ڪانپوءِ گڏيل قومن پاران ان ڏينهن جي حوالي سان مادري ٻولين جو ڏهاڙو ملهايو وڃي ٿو.

ملڪ ٻہ ٽڪر ٿيڻ بعد بہ ملڪ جي باقي مادري ٻولين سان ساڳيو متڀيدي سلوڪ جاري آهي، جنهن سلوڪ سبب

بنگالي اسان کان الڳ ٿي ويا هئا. جڏهن بہ ننين صوبن جي حقن جي حوالي سان ڪا ڳالهہ ٿي ٿئي تہ الائي ڇو وفاقي حڪومت کي ملڪ جي خودمختياري ۽ مضبوط وفاق ياد اچيو وڃي. 1973ع جي آئين جي آرٽيڪل 251 ۾ اردو کي ملڪ جي قومي ٻولي قرار ڏنو ويو آهي هاڻ جڏهن آرٽيڪل 251 ۾ ترميم ڪري، سنڌي پنجابي پشتو ۽ بلوچي کي قومي ٻوليون قرار ڏيڻ لاءِ جدوجهد خاص طور سنڌ ۾ ٿي رهي آهي، تڏهن وري بہ وفاقي حڪومت کي ڇڻ تہ ملڪ جي سالميت خطري ۾ محسوس ٿي رهي آهي. هي ڪو پهريون ڀيرو ناهي جو سنڌي ٻوليءَ کي پٺ سان لڳائڻ جي ڪوشش ٿي رهي آهي انهن زيادتين جا جيڪڏهن پيرا کڻنداسين تہ اهو سلسلو قيام پاڪستان کان شروع ٿيندو محسوس ٿئي ٿو.

اقوام متحده پاران 1953ع ۾ مادري ٻولي ذريعي تعليم بابت هڪ تفصيلي رپورٽ پيش ٿي هئي تہ ڪوبہ ٻار صرف ۽ صرف پنهنجي مادري ٻولي ۾ بنان ڪنهن ذهني مونجهاري جي فضيلت سان بهتر تعليم پرائي سگهي ٿو. سنڌ جي عالمن ۽ تعليمي ماهرن بہ مادري ٻولي ۾ تعليم جي اهميت کي سمجهندي سنڌ اسيمبلي کي سنڌي ٻولي بابت قانون سازي ڪرڻ ۽ ان کي سرڪاري تعليمي ادارن ۾ رائج ڪرڻ جو مشورو ڏنو ۽ 1972ع ۾ جڏهن سنڌ اسيمبلي آئين جي آرٽيڪل 142 تحت انهيءَ تجويز کي مان ڏيندي سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ سنڌي ٻولي پڙهائڻ لازمي قرار ڏيڻ جو بل اسيمبلي ۾ آندو تہ سنڌ يونيورسٽي ۽ حيدرآباد بورڊ ۾ سنڌي ٻولي کي دفتري ٻولي بنائڻ خلاف جهيڙا ۽ هنگاما ٿيا ۽ ڪيترائي سنڌي انهن

فسادن ۾ شهيد ٿيا. اردو ميڊيا سنڌي ٻوليءَ خلاف پنهنجي واويلا جاري رکي ۽ اردو کا جنازا هي ذرا دهوم سي نڪلي جهڙيون سرخيون ڏيئي نه فقط ٻرندڙ باهه کي ڦوڪون ڏنيون پر سنڌي ٻولي خلاف زهر به اوڳاڇينديون رهيون. سنڌ اسيمبلي ۾ پيش ٿيل اهو بل آئين جي آرٽيڪل 142 مطابق هيو پر قومي ميڊيا تعصب پسندي جو مظاهرو ڪندي آئين جي انهيءَ شق جي به انحرافي ڪئي. اردو ۽ قومي ميڊيا جي پريشر کي قبول ڪندي پيپلز پارٽي جي وفاقي حڪومت مداخلت ڪري انهيءَ بل تي عمل درآمد روڪرائي ڇڏيو ۽ آئين جي شق 142 جي پيڇڪڙي به ڪئي. هن وقت جڏهن وفاقي حڪومت صوبن کي مڪمل خودمختياري ڏيڻ جي ڳالهه ڪندي نٿي ٿڪجي تڏهن سندس قول ۽ فعل ۾ تضاد ۽ سنڌي عوام لاءِ هن حساس مسئلي تي سندس خاموش مخالفت هڪ اهڙو سوال بنجي ويئي آهي. جنهن جي جواب کان سنڌي عوام بلڪل واقف آهي حيرت ته ايوانن ۾ ويٺل انهن سنڌي ميمبرن تي آهي جيڪي سنڌي ٻولي کي قومي ٻولي قرار ڏيڻ واري متوقع بل تي ڪن لاٽار ڪري رهيا آهن. اهڙن ماڻهن کي سنڌي قوم ڪڏهن به معاف نه ڪندي.

(**ڇپيل**: 21 **فيبروري** 2015ع)

## سنڌي ٻولي ۽ بي وس ٻٽيل سنڌ حڪومت

سنڌ حڪومت جو وڏو الميو اهو رهيو آهي ته هوءَ پنهنجن ئي فيصلن ۽ اعلانن تي عمل ڪرائي نه سگهندي آهي. ڪالهه سڄي سنڌ ۾ مادري ٻولين جي ڏهاڙي تي ريليون ڪڍي، مظاهرا ڪري ۽ سيمينار منعقد ڪري سنڌ حڪومت کي اپيل ڪئي وئي آهي ته اها سنڌ جي 5 ڪروڙ کان وڌيڪ ماڻهن جي مادري ٻولي سنڌي کي ملڪ اندر پنهنجو جائز حق ۽ مقام ڏياري. پر ان بابت سنڌ حڪومت سڀ اختيار هوندي بي وس بنيل آهي. لڳ ڀڳ هڪ سال کن اڳ تعليم واري صوبائي وزير نثار کهڙي جي سنڌي نه پڙهائيندڙ خانگي اسڪولن کي نوٽيس ڏيڻ جو اعلان ڪيو هو پر هڪ سال گذري وڃڻ باوجود صوبائي وزير صاحب پنهنجي فيصلي تي عمل ڪرائي نه سگهيو. سايد هاڻي ڪيس اهو فيصلو يا اعلان ياد به هجي. هڪ سال گذري وڃڻ باوجود سنڌ اندر سنڌي نه پڙهائيندڙ ڪنهن به پرائيويٽ اسڪول کي نوٽيس جاري نه ڪيو ويو آهي ۽ نه وري ڪنهن پرائيويٽ اسڪول جي سنڌي نه پڙهائڻ جي حوالي سان انسپيڪشن ڪئي وئي آهي.

سنڌ ۾ هڪ سازش تحت سنڌي ٻوليءَ کي نيڪالي ڏني پئي وڃي. ڪراچي ته ڇا پر اندرين سنڌ جي سرڪاري توڙي خانگي ادارن ۾ سنڌي ٻوليءَ کي نيڪالي ڏني وئي آهي. ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ لکن جي تعداد ۾ سنڌي ٻار رهندا آهن ۽ خانگي ۽ سرڪاري ادارن ۾ پڙهندا آهن پر افسوس جي ڳالهه

آهي تہ انهن کي سنڌي پڙهڻ نہ ايندي آهي، ڇو جو اسڪولن ۾ سنڌي پڙهائي نٿي وڃي. ڳوٺن کي ڏسو تہ اتي بہ اسڪولن جي صورتحال وڌيڪ خراب آهي. ماستر اسڪول نہ ويندا آهن، جيڪي ويندا آهن تہ اهو پڙهائيندا ناهن ۽ جيڪي پڙهائيندا آهن سي سنڌن تربيت نٿا ڪن. هن صورت ۾ سنڌي ٻولي خطري ۾ آهي. نئون نسل سنڌي ٻولي نہ پڙهندو تہ سنڌي ٻولي، ثقافت ۽ ادب خطري ۾ پئجي ويندا. ڇا ٻولي ڪلچر جو حصو ڪونهي، ڇا رڳو اجرڪ ۽ ٽوپي اسان جو ڪلچر آهي؟ ڇا اسان کي ٽوپي اجرڪ سان گڏ هيءُ مطالبو نہ ڪرڻ کپي تہ سنڌي ٻولي کي قومي ٻولي جو درجو ڏنو وڃي. اسڪولن ۾ سنڌي ٻولي لازمي ڪري پڙهائي وڃي. سنڌي ٻولي اسان جي سڃاڻپ آهي ايئن نہ ٿئي تہ اسان جا ٻار سنڌي ٻولي ڪان پري ٿي وڃن ۽ پوءِ اسان وٽ رڳو پڇتاءُ وڃي بچي. سنڌي ٻولي کي قومي ٻولي جو درجو ڏيارڻ لاءِ ترقي پسند ساڃاهہ وند ماڻهن ۽ ميڊيا کي اپاءَ وٺڻ کپن. ڇا اسان سيئي گڏ ٿي ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ سنڌي ٻولي پڙهائڻ لاءِ ڪو قدم نٿا کڻي سگهون ۽ ٻئي پاسي رياست تي دٻاءُ سان گڏ اسان پاڻ تي بہ نظرداري ڪيون تہ ڇا اسان پنهنجي ٻارن کي سنڌي پڙهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

اسان جي ٻولي خطري ۾ آهي ۽ هن کي بچائڻ لاءِ اسان سڀني کي سوچڻ ۽ اپاءَ وٺڻ جي ضرورت آهي. اسان پنهنجي ٻولي جو تحفظ نہ ڪيو تہ پنهنجي ثقافت کي بچائي نہ سگهنداسين. سنڌ حڪومت کي سنڌي ٻولي خانگي اسڪولن ۾ رائج ڪرائڻ لاءِ اعلان نہ پر عملي قدم کڻڻ گهرجن. ان سان گڏ سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ جو درجو ڏيارڻ لاءِ وفاقي

سطح تي حمايت حاصل ڪرڻ گهرجي. سنڌي، پنجابي، پشتو ۽ بلوچي زبانن کي قومي ٻولين جو درجو ڏيارڻ لاءِ آئين ۾ ترميم جو بل آندو وڃي. تعليم جي شعبي کي ترقي وٺرائڻ لاءِ ضروري آهي ته بنيادي تعليم مادري زبان ۾ ڏني وڃي. ڇاڪاڻ ته ٻار جي اوسر جنهن ماحول ۾ ٿيندي آهي ان ۾ ڪجهه به سکڻ لاءِ ٻولي جو ڪردار اول هوندو آهي. پر بدقسمتي سان جهڙي ريت رياست پاڪستان ۾ ڳالهائي ويندڙ ٻولين سان خاص طور تي سنڌي ٻولي سان ناانصافي ڪئي. ان جو سڌو تعلق ٻار جي تعليم تي پيو آهي ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته پاڪستان ۾ ڳالهائي ويندڙ سمورين ٻولين کي قومي ٻولي جو درجو ڏئي. ٻولين جي ترقي لاءِ وفاق کي پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي.

(ڇپيل: 22 فيبروري 2015ع)

# راڻا ڀڳوان داس هڪ بيباڪ شخصيت

اڳوڻي آمر پرويز مشرف جي دور ۾ آمريت سان اکيون اکين ۾ وجهي ڳالهائيندڙ سنڌ جو بهادر پٽ سپريم ڪورٽ جو اڳوڻو چيف جسٽس راڻا ڀڳوان داس ڪالهه اسان کان هميشہ لاءِ جدا ٿي ويو. پاڻ گذريل هڪ مهيني کان دل جي تڪليف سبب ڪراچي جي نجي اسپتال ۾ داخل هو، جتي هن اڄ 73 ورهين جي ڄمار ۾ دم ڏنو. قمبر شهداد ڪوٽ ضلعي جي شهر نصير آباد سان تعلق رکندڙ راڻا ڀڳوان داس 20 ڊسمبر 1942 تي پيدا ٿيو ۽ هن 1967 ۾ لاڙڪاڻي ۾ وڪالت جي شروعات ڪئي. هو 1994 ۾ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو جسٽس ۽ 2000 ۾ سپريم ڪورٽ جو جسٽس بڻيو. راڻا ڀڳوان داس سپريم ڪورٽ جو وقتي چيف جسٽس، اليڪشن ڪميشن جو وقتي سربراهه ۽ فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن جو چيئرمين بہ رهيو. فخرالدين جي ابراهيم جي استعفيٰ بعد خالي ٿيل چيف اليڪشن ڪمشنر جي عهدي لاءِ وزيراعظم ۽ اپوزيشن ليڊر راڻا ڀڳونداس جي نالي تي اتفاق ڪيو پر هن عهدو سنڀالڻ کان معذرت ڪري هڪ نئون مثال قائم ڪيو. مشرف جي آمريتي دور ۾ پي سي او تحت حلف کڻڻ کان انڪار ڪرڻ تي ٻين

جج سان گڏ راڻا ڀڳوان داس کي بہ گهر ۾ نظر بند ڪيو ويو هو.

مشرف جي آمرانہ دور ۾ سنڌ جي هن بهادر فرزند عدليہ جي بحالي ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. 2007ع ۾ جڏهن ان وقت جي فوجي صدر جنرل مشرف چيف جسٽس افتخار محمد چوڌري کي معزول ڪيو تہ رانا ڀڳوان داس قائم مقام چيف جسٽس جون ذميواريون سنڀالي ورتيون. هن ان بحران کي انتهائي بهادري سان منهن ڏنو. هو چاهي ها تہ پاڻ چيف جسٽس ٿي پيو سگهي، پر هن عهدي کان عدليہ جي وقار ۽ بحالي کي وڌيڪ اهميت ڏني. جڏهن سپريم جوڊيشل ڪائونسل ۾ افتخار چوڌري جي معزولي جي سماعت جاري هئي تہ ان جو ڪميشن جو ٻهريون سربراهہ جسٽس جاويد اقبال هيو. جنهن تي وڪيل برادري کي شڪ هئا تہ هو آمريت کي سهارو ڏيندڙ آهن. ان وقت رانا ڀڳوان داس ڀارت جي دوري تي هيو، عدليہ جي بحالي لاءِ تحريڪ هلائيندڙ وڪيل برادري جون نظرون راڻا ڀڳوان داس مٿان هيون. جڏهن پاڻ ڀارت کان هتي پهتو تہ صورتحال هڪدم تبديل ٿي وئي. وڪيل برادري کي هڪ ڏڍ ۽ سهارو ملي پيو. هن اڳوڻي آمر پرويز مشرف هٿان پي سي او تحت حلف کڻڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. سندس ئي سربراهي ۾ سپريم ڪورٽ جي بينچ افتخار محمد چوڌريءَ کي بحال ڪرڻ وارو تاريخي فيصلو ٻڌائي عدليہ جي آزادي ۽ وقار جو جهنڊو بلند ڪيو.

سپريم ڪورٽ ۾ ڊگهي عرصي تائين خدمتون انجام ڏيندڙ جج جسٽس رٽائرڊ راڻا ڀڳوان داس مختلف وقتن تي

سپريم ڪورٽ جو چيف جسٽس به رهي چڪو آهي. راڻا ڀڳوان داس 2000ع ۾ سپريم ڪورٽ جو جج مقرر ٿيو هو. سپريم ڪورٽ مان رٽائرمينٽ بعد پاڻ فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن جو چيئرمين به رهي چڪو آهي. هن ملڪ منجهه قانون، انصاف ۽ انساني حقن جي بحالي لاءِ عدليه جي پليٽ فارم تان جيڪو ڪردار ادا ڪيو، ان کي ملڪي تاريخ ۾ اهم مقام حاصل رهندو. عدليه جي تاريخ ۾ سندس ڪيل فيصلا ملڪ منجهه قانون جي مٽيرائيپ لاءِ سنگ ميل جي حيثيت رکندا.

(**چيپل**: 24 فيبروري 2015ع)

# سنڌ جو امن ۽ بااثر ماڻهن آڏو بي وس ٿيل پوليس

سنڌ ۾ امن امان جي صورتحال جيئن پوءِ تيئن خراب ٿي رهي آهي. ان جو هڪ سبب اهو به ٻڌايو پيو وڃي ته هتي پوليس جون سياسي بنيادن تي بدليون ۽ مقرريون ٿين ٿيون. جيڪي پوليس آفيسر بااثر ماڻهن جي ونگار نه ٿا وهن يا سندن پاڻارين ۾ هٿ وجهن ٿا، انهن کي پاسيرو ڪيو وڃي ٿو. جنهن ڪري پوليس پنهنجو فرض ادا ڪرڻ کان قاصر آهي. تازو خيرپور ۾ هڪ ايماندار پوليس آفيسر کي فقط ان ڪري تنگ ڪيو ويو، جو هن هڪ بااثر چونڊيل نمائندي جي خاص ماڻهو کي فقط ان بنياد تي جاچ هيٺ آندو، ڇاڪاڻ ته هن جو ڪرمنل رڪارڊ هو. ان معاملي تي پوليس خلاف جيڪا ٻاهوڙ ٿي، ان سنڌ جي ماڻهن کي ڏندين آڱريون ڏئي ڇڏيون. نيٺ ان معاملي جو نبيرو تڏهن ٿيو، جڏهن ان پوليس آفيسر ان بااثر ماڻهو جي بنگلي جي حاضري ڀري. ان صورتحال ۾ امن ڪيئن ٿيندو. ان بابت سنڌ حڪومت کي جواب ڏيڻ گهرجي.

جڏهن پوليس ڏوهاري ماڻهن تي هٿ وجهڻ کان لاچار بنائي وڃي، ان صورت ۾ پوليس منجهان امن جي قائم ڪرڻ جي اميد ڪيئن ٿي رکي سگهجي. روز سنڌ جي مختلف شهرن مان قتل، اغوائن، ڌاڙن ۽ ڦرن جون خبرون رپورٽ ٿين پيون.

ڪنهن معصوم نينگري کي قتل ڪرڻ وارو واقعو هجي يا روز اغوا ٿيلن جي انگ ۾ واڌ هجي، اُهي واقعا اسان وٽ روز جو معمول بڻيل آهن. هن وقت ڪيترائي ماڻهو ڌاڙيلن جي قبضي ۾ آهن. پوليس جو ڪردار خاموش تماشائيءَ وارو رهجي ويو آهي. ڏينهن ڏٺي جو ڌوهاري عنصر رستن تي بيهي، گاڏين ۾ داخل ٿي ڦرون ڪن ٿا ۽ انهن خلاف ڪا به ڪارروائي نٿي ٿئي. امن امان جي هن خراب صورتحال عوام جو سڪون برباد ڪري ڇڏيو آهي. ان جي دانهن ۽ ڪوڪن جو ڪو به داد فرياد ڪونه ٿو ٿئي، ڪيترن هنڌن تي پوليس اهلڪارن کي ڌوهارين جي پشت پناهي ڪندي ڏٺو پيو وڃي. امن امان جون حالتون جيئن پوءِ تيئن سنگين ٿي رهيون آهن، ماڻهو پاڻ کي عدم تحفظ جو شڪار سمجهي رهيا آهن. اصل ۾ امن امان جي صورتحال بهتر نه ٿيڻ جو سبب جاچ ۽ ڪارروائي جي طريقي ۾ تبديلي نه اچڻ به آهي. جيڪڏهن جديد دؤر جي حساب سان طريقا تبديل ڪيا وڃن ته ڌوهاري عنصرن کي ضرور قانون جي گرفت ۾ آڻي سگهجي ٿو. تازو ڪجهه مقابلن ۾ پوليس اهلڪارن جنهن ڪارڪردگي جو مظاهرو ڪيو ۽ خطرناڪ ڌاڙيلن کي ختم ڪيو جيڪڏهن اهڙي جذبي سان پوري سنڌ ۾ ڪارروائي ڪئي وڃي ته ڌوهارين جي رستا روڪ ممڪن آهي.

سنڌ ۾ ڪاروڪاري ۽ زميني تڪرار ۾ به لاتعداد قيمتي جانين جو نقصان ٿي رهيو آهي. حڪومت کي ڪاروڪاري جي خاتمي لاءِ به سخت قانون جوڙڻ گهرجي. نه صرف قانون جوڙڻ پر ان تي عمل جي به ضرورت آهي. سنڌ ۾

روزانو هي جيڪو بيگناهہ انساني جانين جو نقصان ٿي رهيو آهي، ان کي روڪڻ لاءِ حڪومت کي تحرڪ وٺڻ گهرجي ۽ ڌوهارين خلاف وٺ پڪڙ واري سلسلي کي تيز ڪرڻ گهرجي.

هر علائقي جي پوليس آفيسر کي پنهنجي علائقي ۾ امن جو پابند بنائڻ کپي ۽ ڪوبہ ڏوهہ ٿيڻ جي صورت ۾ ان کان پڇاڻو ڪيو وڃي. جيستائين هن معاملي کي ايمرجنسي بنيادن تي نہ ورتو ويندو ۽ ان حساب سان ڪارروايون نہ ڪيون وينديون ايستائين امن امان جي صورتحال بهتر نہ ٿي سگهندي. سنڌ گذريل ڪيترن ئي عرصي کان بدامنيءَ جي باهہ ۾ ٻري رهي آهي. توڙي جو ملڪي ليول تي ڪراچي جي بدامني اشو بڻيل آهي، پر حقيقت ۾ ڪراچي سميت سنڌ جي اڪثر علائقن خاص ڪري اتر سنڌ وارن ضلعن ۾ نہ صرف بدامني جو مڪمل راڄ آهي، پر شڪارپور، جيڪب آباد، ڪشمور ايٽ ڪنڌڪوٽ ۽ گهوٽڪي ضلعن جا ڪيترائي علائقا عام ماڻهن لاءِ نوگو ايرياز بڻيل آهن. جنهن جو تازو مثال ڪجهہ ڏينهن اڳ حقيقت جي روپ ۾ تڏهن پيش آيو، جڏهن مسافر گاڏيون حيدرآباد اچي رهيون هيون تہ هڪ ڌر پاران ڌرڻو هڻي نيشنل هاءِ وي بلاڪ ڪيو ويو هو. ان دوران ڊرائيورن ٻڌايو تہ نيشنل هاءِ وي جي ٻنهي پاسن کان متبادل رستا موجود آهن، پر بدامني جي خوف سبب اڪثر گاڏين ۾ مسافر ڪلاڪن جا ڪلاڪ تتهڻ اس ۾ بيهڻ تہ برداشت ڪندا آهن پر متبادل رستو اختيار نہ ڪندا آهن. سندن چوڻ موجب تہ نيشنل هاءِ وي کان ٿوري فاصلي تي موجود متبادل رستو ڌاڙيل راڄ سبب عام ماڻهن لاءِ نوگو ايريا بڻيل آهي ۽ انهن

علائقن ۾ پوليس لاءِ وڃڻ به مشڪل بڻيل آهي. جنهن مان سنڌ ۾ امن مان جي ابتر صورتحال جو اندازو چڱي طرح لڳائي سگهجي ٿو. هڪ طرف سنڌ جو گادي جو هنڌ ڪراچي آهي، جتي دهشتگردن جو راڄ آهي ۽ روزانو ڪيترين ئي معصوم حياتيون ضايع ٿي رهيون آهن، ته ٻئي پاسي اتر سنڌ ۾ ڌاڙيل راڄ قائم آهي، جتي ماڻهن جي جان ۽ مال محفوظ ناهي. هر نئين ڏينهن ماڻهن کي ڦريو وڃي ٿو، ته ڪٿي وري مزاحمت تي زندگيءَ جو ڏيئو اجهايو ٿو وڃي. سياسي سفارشن تي مقرري سبب پوليس ويچاري بيوس بڻيل آهي. اسين سنڌ جي وڏي وزير کي گذارش ٿا ڪريون ته پوليس آفيسرن جي مقرري کي سياسي مداخلت کان پاڪ ڪري ڪين امن امان کي يقيني بڻائڻ لاءِ فري هينڊ ڏنو وڃي، ته جيئن سنڌ جو عوام پر امن حالتن ۾ سک جو ساهه کڻي سگهي ۽ سنڌ کي پرامن بڻايو وڃي ته جيئن ڪوبه روڊ نو گو ايريا يا خوف ڏيندڙ نه رهي.

(**چيپل**: 24 فيبروري 2015ع)

## سنڌ ۾ عام شهري جي تحفظ جو سوال

سنڌ جي مڙني شهرن ۾ امن امان جي صورتحال تسلي بخش ناهي. ڪراچي تہ دهشتگرد جي واقعن جي حوالي سان الڳ سڃاڻپ رکي ٿي، پر سنڌ جي ٻين شهرن ۾ پڻ صورتحال ايڏي اتساهيندڙ ڪونهي، حيدرآباد کان ڪشمور تائين سنڌ ڌوهارين جي رحم و ڪرم تي ڇڏيل آهي، ڌوهاري راڄ سماج ۾ پنهنجون پاڙون ايتريون تہ پختيون ڪري چڪو آهي جو قانون لاڳو ڪندڙ ادارن جا هٿ ڌوهارين جي ڳچين تائين نہ ٿا پهچن، شهرين جي جان ۽ مال جو تحفظ رياست جي بنيادي ذميوارين ۾ شامل هجي ٿو، پر هتي ڏاڍ جي لٺ ڪي ٻہ مٿا واري چوٽي عملي طور سنڌ جي هر شهر ۾ نظر اچي رهي آهي، يعني جڏهن رياست ان جو آئين ۽ قانون پنهنجو اثرائتو ڪردار ادا ڪرڻ ڇڏي ڏيندا آهن پوءِ سماج جا ڌوهاري عنصر سرگرم ٿي ويندا آهن ۽ سنڌ ۾ اها راند ورهين کان جاري آهي. اسان وٽ اهي ڪهڙا وسيلا آهن جيڪي موجود نہ آهن، جن جي ذريعي سنڌ ۾ بدامني، قبيلائي رتوڇاڻ ۽ شهرن ۾ ٿيندڙ دهشتگردي ۽ اسٽريٽ ڪرائيم کي ٻنجو نٿو ڏئي سگهجي، پر الائي ڇو رياست ۽ ان جا واڳ ڌڻي تحرڪ ۾اچي سنڌ جي عوام کي تحفظ فراهم ڪرڻ لاءِ سرگرم نٿا ڏسجن، گهٽ ۾ گهٽ گذريل ڪجهہ ڏينهن کان جيڪا صورتحال آهي، ان مان تہ ايئن ئي ٻکي رهيو آهي، قبيلائي رتوڇاڻ، شهرن ۾ ٿيندڙ

خونريزي، چورين، اغوائن، ڦرن ۽ قتل جي وارداتن سميت سنڌ ۾ جيڪا انساني حقن جي پائمالي ٿي رهي آهي، اها سچ پچ ته لڱ ڪانڊاريندڙ آهي. ڪجهه ماڻهن جو اهو خيال آهي ته موجوده بدامني جو سبب سياسي به آهي، سياسي مخالف هڪ ٻئي جي ماڻهن کي اغوا ڪرائي رهيا آهن. ڪجهه ماڻهن کي مخالفت جي بنياد تي سزا ڏني ٿي وڃي.

سنڌ پوليس سميت ٻين قانون لاڳو ڪندڙ ادارن تي عوام جا اربين رپيا خرچ ٿين ٿا نيٺ اهي ادارا ڇا ڪري رهيا آهن، جڏهن ته مقابلي ذريعي ترقيون ماڻيندڙ سنڌ پوليس عوام کي تحفظ فراهم ڪرڻ بدران، جڻ ته عوام لاءِ خود هڪ وڏو مسئلو بڻيل آهي، جيڪڏهن ڪنهن جي چوري، ڦر ٿيئي ٿي ۽ ڪنهن گهر ۾ ڌاڙو لڳي ٿو ته ان گهر ڀاتين تي جڻ ته شامت اچي ٿي وڃي، ڇاڪاڻ ته هڪ طرف ڦريا به اهي وري پوليس مختلف هيلن بهانن سان تنگ به وري انهن کي ڪندي، جيڪڏهن پوليس عوام کي تحفظ فراهم نه ٿي ڪري سگهي ته پوءِ اهڙي اداري کي بند ڪرڻ ئي بهتر آهي ۽ پوءِ اهڙو متبادل ادارو جوڙيو وڃي جيڪو صحيح معنيٰ ۾ عوام کي تحفظ فراهم ڪري سگهي.

سنڌ جي اترين علائقن ۾ ڌاڙا، چوريون ۽ اغوائن جا واقعا معمول بڻجي ويا آهن. صرف هڪ ضلعي خيرپور ۾ هن وقت درجن کن ماڻهو ڌاڙيلن وٽ يرغمال بڻيل آهن. انهيءَ معاملي تي نه ڪل جماعتي ڪا ڪانفرنس گهرائي ٿي وڃي نه ئي سرڪار پاران ڪا سنجيدگي نظر ٿي اچي. خيرپور وڏي وزير جو آبائي ضلعو آهي انهيءَ جي صورتحال اهڙي آهي ته

پوءِ ٻين لاوارث علائقن جي ڪهڙي حالت هوندي؟ ڪراچي جو مسئلو بيشڪ ڪنن آهي پر انهيءَ جي ڪري سنڌ جي ٻين علائقن ۾ ٿيندڙ بدامني کي نظرانداز ڪرڻ نہ گهرجي. ماڻهو غير محفوظ حالت ۾ رهڻ تي مجبور ٿي ويا آهن. ڪيترائي اهڙا علائقا آهن جيڪي بلڪل نوگوايريا بڻيل آهن اتان جا رهندڙ ماڻهو سج لهڻ کانپوءِ گهرن مان ٻاهر نڪرڻ کان بہ لهرائيندا آهن. سنڌ جي ٻهراڙين ۾ وڏيرا اهڙن ڌوهارين جا ساٿاري بڻيل هوندا آهن جنهن ڪري ڌوهارين خلاف پوليس ڪارروائي ڪرڻ کان ڪن لاٽار ڪندي آهي، باقي اهو تہ سڀ ڄاڻن ٿا تہ پوليس جو سنڌ ۾ ڪمداري وارو ڪردار رهيو آهي. ساري چڙهيل ۽ علائقي ۾ دٻدٻو رکندڙ وڏيرن وٽ پوليس ڪمدار بڻيل هوندي آهي ۽ ڌوهارين کي وري وڏيرن جي سرپرستي هوندي آهي، جنهن ڪري ڌوهاري بي خوف ٿي ڪارروايون ڪندا رهندا آهن. جيڪڏهن حڪومت ڪراچي جي معاملي جي ڪري ٻين علائقن تي ڌيان نہ ڏنو تہ ايندڙ وقت ۾ ٻهراڙي وارن علائقن ۾ بہ خطرا وڌي ويندا، جن کي روڪڻ ايڏو آسان نہ هوندو.

(**چيپل**: 26 فيبروري 2015ع)

## بي گناهہ شهري قانون لاڳو ڪندڙ ادارن جي نشاني تي

سنڌ ۾ قانون لاڳو ڪندڙ ادارن طرفان عام شهرين سان جيڪو سلوڪ ڪيو پيو وڃي، ان جا پڙاڏا عدالتن ۾ بہ گونجندا رهيا آهن، پر هتي ڪوڙا پوليس مقابلا، ماڻهن کي کنيي گم ڪرڻ يا ڪوڙن ڪيسن ۾ ڦاسائڻ جو سلسلو رڪجي نہ سگهيو آهي. اجا ڪراچي ۾ هڪ سنڌي نوجوان انيس سومرو کي ڪوڙي پوليس مقابلي ۾ طالبان ڄاڻائي قتل ڪرڻ جي ڪيس جي سماعت سپريم ڪورٽ ۾ هلندڙ هئي تہ ڪالهہ وري رينجرز ڪنڊرا پرسان هڪ نوجوان کي فائرنگ ڪري ماري ڇڏيو آهي.

ڪنڊرا پرسان شاهہ حسين واري علائقي ۾ مير زاهد حسين ٽالپر ڪڪڙن جو ميل ڪرايو. جنهن ۾ سادن ڪپڙن ۾ اهلڪار بہ موجود هئا، جن جو رابطو پوليس ۽ رينجرز سان مسلسل هو. سادن ڪپڙن ۾ اهلڪارن رينجرز کي اطلاع ڏنو تہ هت ڏوهاري موجود آهن. اطلاع تي رينجرز پهچي فائرنگ ڪري ڏني. جنهن جي نتيجي ۾ سئي گئس جو ملازم جاويد پٽ مهوال جانوري ٽڏي تي ئي گولين جو بک ٻڌجي ويو. جڏهن تہ سندس ڀاءُ ظفر ۽ لعل ڏنو پٽ سليمان گوليون لڳڻ سبب زخمي ٿي پيا. فائرنگ ماڻهن ۾ ڀاڄ پئجي وئي. جڏهن تہ رينجرز جاويد جو لاش، سندس زخمي ڀاءُ ظفر ۽ لال ڏني کي پڻ پنهنجي تحويل ۾ وٺي ڇڏيو. ٻئي طرف واقعي خلاف

مارجي ويل نوجوان ۽ زخمين جي وارثن احتجاجي مظاهرو ڪري ڌرڻو هڻي ڪنڊرا-روهڙي روڊ بند ڪري ڇڏيو. هنن جو چوڻ هو ته رينجرز بي گناهه اسان جي نوجوان کي قتل ڪيو آهي، انصاف ڪيو وڃي. هنن چيو ته ڪڪڙن جي ميل ۾ ڪو به ڌوهاري موجود نه هو ۽ نه وري قتل ٿيل جاويد ڏوهن ۾ ملوث هو، غلط اطلاع تي رينجرز سڌي فائرنگ ڪري بي گناهه نوجوان کي ماريو ۽ نينگر سميت ٻن ڄڻن کي زخمي ڪيو آهي.

ڪنڊرا واقعو ثابت ڪري ٿو ته هتي قانون لاڳو ڪندڙ ادارن کي ماڻهو مارڻ جي ڪابه جهل پل ناهي. اها ئي ڳالهه ڪالهه سپريم ڪورٽ جي مانوران ججن ڪراچي ۾ قومپرست ڪارڪن انيس سومري جي مبنيا مقابلي ۾ مارجڻ بابت ڪيس جي سماعت ڪندي ڪئي آهي.

سپريم ڪورٽ ڪراچي رجسٽري ۾ قومپرست ڪارڪنن انيس سومرو قتل ڪيس جي ٻڌڻي ٿي، ٻڌڻي دوران عدالت وڪيلن جا دليل ٻڌڻ ڪانپوءِ ٽن مهينن اندر آءِ جي سنڌ غلام حيدر جمالي کان رپورٽ طلب ڪري ورتي آهي. عدالت سهراب ڳوٺ جي اڳوڻي ايس ايڇ او اسماعيل لاشاري، سچل جي ايس ايڇ او شعيب شيخ ۽ اسحاق لاشاري سميت سنڌ پوليس ۾ پينگ لاءِ اغوا ۽ ٻين سنگين ڏوهن ۾ ملوث هجڻ جو رڪارڊ رکندڙ پوليس آفيسرن خلاف ڪارروائي ڪري ٽن مهينن اندر رپورٽ طلب ڪري ورتي. عدالت داخل ڪيل ڪيس جي جاچ سب انسپيڪٽر قربان علي کان وٺي ايس ايس پي اوپر پير محمد شاهه کي منتقل ڪندي ڪيس جاچ مڪمل

ڪري لاڳاپيل عدالت ۾ پيش ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. عدالت انيس الرحمان قتل ڪيس ۾ نامزد پوليس آفيسرن سان ٺاهه ڪرڻ لاءِ مقتول جي والد انور سومرو مٿان دٻاءُ وجهڻ بابت ڊسٽرڪٽ اينڊ سيشن جج ڏکڻ کي جوڊيشل انڪوائري لاءِ مقرر ڪندي ڪيس هڪ مهيني اندر رپورٽ پيش ڪرڻ جي هدايت ڪئي. جسٽس امير هاني مسلم آءِ جي غلام حيدر جمالي کي مخاطب ٿيندي چيو ته توهان جي هوندي ٻنگ لاءِ اغوا جهڙن ڏوهن ۾ نوڪري تان برطرف ٿيندڙ نه رڳو بحال ٿين ٿا پر انهن کي اهم ٿاڻن جو ايس ايڇ او به مقرر ڪيو وڃي ٿو. سپريم ڪورٽ طرفان مقتول انيس سومري جي قتل ڪيس ۾ ڏنل حڪمن تي عمل ڪرڻ سان گڏ مستقبل ۾ اهڙن سنگين ڏوهن جي روڪٿام لاءِ به قدم کڻڻ گهرجن.

(**چيپل**: 28 **فيبروري** 2015ع)

## افغانين خلاف آپريشن نمائشي نہ هجڻ گهرجي

سنڌ حڪومت جي هدايتن تي سنڌ ۾ غير قانوني طور رهندڙ افغانين ۽ قبائلي علائقن جي ماڻهن خلاف ڪريڪ ڊائون جاري آهي. پوليس مختلف شهرن مان درجن ڪن افغانين کي گرفتار ڪري ورتو آهي .ڪوٽڙي ۾ مختلف علائقن ۾ پوليس ڇاپا هڻي غير قانوني طور رهندڙ افغانين کي گرفتار ڪري ورتو. هوڏانهن سنڌ ۾ ڌارين جي آبادڪاري خلاف ۽ انهن کي نيڪالي ڏيارڻ لاءِ مختلف تنظيمن طرفان مسلسل مختلف شهرن ۾ احتجاجي مظاهرا ڪيا پيا وڃن. سنڌ جي آباديءَ ۾ اضافي توڙي غير قانوني آبادڪاري وسيلي ڏوهن جي واڌاري جو سبب انهن انتظامن کي ڄاڻايو آهي جن جي ڪمزوري جي ڪري سنڌ ۾ اٽڪل 35 لک ڌاريا غير قانوني طور سنڌ جي وڏن شهرن ۾ پنهنجو گهر ڪري ويٺا آهن ۽ آهستي آهستي پنهنجون پاڙون گهريون ڪري رهيا آهن. انهن آبادڪارين جو سخت نوٽيس وٺڻ وارو انتهائي وقتائتو ۽ هاڪاري عمل سنڌ سرڪار سان گڏ سنڌ جي عوام جي پڻ دلين وٽان آهي. اسان سنڌ جي وڏي وزير توڙي موجوده جمهوري حڪومت جي پاران سنڌ ۾ غير قانوني آبادڪاري جي خلاف نوٽيس وٺي انهن کي واپس پنهنجي اباڻن علائقن ڏانهن موڪلڻ جهڙي اعلان جي آجيان ڪريون ٿا. سنڌ جي وڏي وزير

سيد قائم علي شاھ صوبي جي ڪامورا شاھي کي ھدايتون جاري ڪندي غير قانوني پرڏيھين ۽ افغان پناھگيرن جي سنڌ جي ساموندي، زميني، ريلوائي ۽ ھوائي بارڊرن تان آمد کي روڪڻ لاءِ خاص اپاءَ وٺڻ تي زور ڀريندي انھن پرڏيھين کي سنڌ جي عوام ۽ ادارن لاءِ وڏو خطرو سڏيو آھي. وڏي وزير وڌيڪ چيو آھي تہ ملڪ جي اترين ۽ قبائلي علائقن ۾ آپريشن جاري آھي، اھڙي صورتحال ۾ سندن سنڌ اچڻ ۽ رجسٽريشن ٿيڻ وڏي ناانصافي ۽ خطرو ھوندي. وڏي وزير موصوف وڌيڪ چيو تہ دھشتگردن خلاف آپريشن سبب متاثر ٿيندڙ قبائلي علائقن جي ماڻھن کي سنڌ ۾ ترسائڻ جي مخالفت ڪئي ويندي. ھن غير قانوني پرڏيھين، منشيات جي اسمگلرن ۽ افغان پناھگيرن جي حيدرآباد ۽ ٻين شھرن ۾ آمد واري خبرن جو سخت نوٽيس ورتو ۽ انھن کي ٽن ڏينھن اندر ذڪر ڪيل علائقن مان ڪڍڻ جو حڪم پڻ جاري ڪيو.

سنڌ ۾ وڌندڙ ڌاري آبادڪاري تي سنڌي ماڻھو سخت ڳڻتي ۾ مبتلا آھن، ماضي ۾ ٻھارين ۽ مھاجرن سنڌ ۾ اچي پناھ ورتي ۽ اُھي اڄ سنڌين کي اقليت ۾ تبديل ڪرڻ جا سانباھ ڪري رھيا آھن ۽ سنڌ جي اھم وڏن شھرن جا والي وارث بڻيل آھن. اھڙن خدشن کي نظر ۾ رکندي سنڌ حڪومت طالبان خلاف آپريشن سبب متاثر ٿيندڙن کي سنڌ ۾ ترسائڻ جي مخالفت ڪندي صوبي ۾ موجود افغانين کي 3 ڏينھن اندر نيڪالي ڏيڻ جو اعلان وقتائتو قدم آھي. وزيراعليٰ پاڻ چئي رھيو آھي تہ سنڌ ۾ 25 لک کان وڌيڪ پرڏيھي غير قانوني طور ترسيل آھن. پرڏيھي مھاجرن جي يلغار کي سنڌ ۾ آٽي

سنڌين خلاف سازشون ڪيون ويون آهن. ڌاري آبادڪاري جا نتيجا سنڌي عوام ڀوڳيندي رهيو آهي، ان وقت به جيڪڏهن سنڌ جا سرپرست مزاحمت ڪري مهاجرن کي روڪن ها ته اڄ سنڌي عوام پاڻ کي اقليت ۾ تبديل ٿيندي محسوس نه ڪري ها. اڄ سنڌين جي اِها حالت ٿي آهي ته سندن جي ئي شهرن ۾ تعليم پرائڻ جو به حق ناهي. سنڌ جي موجوده حڪمرانن کي اڳ ۾ جيڪو ڪم ڪرڻو هو اُهو هاڻ ڪرڻ وڃي رهيا آهن. وزيراعليٰ افغانين مان اڄ خطرا محسوس ڪري رهيو آهي، اُهي خطرا تنهن وقت به موجود هئا جڏهن ساڳي وزيراعليٰ انهن جي آجيان ڪئي هئي، پر هاڻ به جيڪڏهن سنڌ سرڪار اهڙو ڪم ڪيو آهي ته ان جي سنڌي عوام آجيان ڪري ٿي، ڌارين جي آبادڪاري فقط نمائشي نه ٿيڻ گهرجي، پر ان کي تڪميل تي رسايو وڃي. جيڪڏهن سنڌ ۾ ڪنهن به هيلي بهاني سان ٻيا ڌاريا آباد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ته اهو عمل سنڌ جي عوام سان ويساهه گهاتي هوندو.

(**چيپيل**: 2 **مارچ** 2015ع)

Ruk Sindhi

# رڪ سنڌي



سنڌ جو مشهور ليکڪ رڪ سنڌي 5 آگسٽ 1961ع تي تعلقي ڪنڊياري ضلع نواب شاهه جي ڳوٺ حامد اڄڻ ۾ پيدا ٿيو. پاڻ سنڌ يونيورسٽي مان گريجوئيشن ڪرڻ بعد صحافت جو پيشو اختيار ڪيو. پاڻ روزاني سنڌ سجاڳ جي ايڊيٽر ۽ روزاني جاڳو ڪراچي جي ايڊيٽر ۽ پبلشر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. جڏهن ته روزاني عوامي آواز ڪراچي، روزاني سچ ڪراچي، روزاني سوڀ ڪراچي، روزاني تعمير سنڌ ڪراچي، روزاني سنڌ حيدرآباد ۾ نيوز ايڊيٽر ۽ اسسٽنٽ ايڊيٽر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. پاڻ مختلف صحافتي تنظيمن ۾ شامل رهيو آهي. رڪ سنڌي سنڌ جي حقن خاطر مختلف قومپرست ۽ ترقي پسند تنظيمن ۾ به سرگرم ڪردار ادا ڪندو رهيو آهي. هو گذريل 20 سالن کان سنڌ جي قديم تاريخ تي تحقيق ڪري رهيو آهي. پاڻ ادب، سياست ۽ صحافت سان لاڳاپيل هجڻ سميت ڪيترن ئي ڪتابن جو خالق رهيو آهي. جن ۾ ڪيترائي ڪتاب شايع ٿيل آهن. جڏهن ته سندس سوين مقالا ۽ مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. رڪ سنڌي جي شايع ٿيل

ڪتابن ۾ ”قومون ۽ قومي تحريڪ آزادي“، ”ٿوڙي ڦاٽڪ جو سانحو“، ”سنڌي قوم جو مقدمو“، ”سنڌ جي سياسي صورتحال“، ”سنڌ آزادي ۽ انقلاب“، ”تاريخ جي لاٽ“، ”قاضي فيض محمد“، ”سنڌ جي قومي تحريڪ ۽ سنڌين جو اتحاد“، ”اڄ جي سنڌ“ ۽ ”سنڌو سڀيتا جي اوسر“ ڪتاب ڳڻائي سگهجن ٿا. رڪ سنڌي ڪيترائي ڪتاب ترجمو ڪري سنڌي ٻوليءَ جي جهوليءَ ۾ وڌا آهن. جن ۾ بينظير ڀٽو جو ڪتاب ”پاڪستان طوفان جي گهيري ۾“ به هڪ آهي. جڏهن ته ڪيئي ڪتاب مرتب به ڪيا آهن. جن ۾ ”باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي“، ”سنڌي ٻولي رت رتولي“ ۽ ٻيا شامل آهن.

ڪتاب

1. سنڌو سڀيتا جي اوسر (تاريخ، تحقيق)
2. سنڌو سڀيتا جا محقق (سوانح، تحقيق)
3. قومون ۽ قومي تحريڪ آزادي
4. ٿوڙي ڦاٽڪ جو سانحو
5. سنڌي قوم جو مقدمو
6. سنڌ جي سياسي صورتحال
7. سنڌ آزادي ۽ انقلاب
8. تاريخ جي لاٽ
9. قاضي فيض محمد
10. سنڌ جي قومي تحريڪ ۽ سنڌين جو اتحاد
11. اڄ جي سنڌ
12. **سڪي ڌرتي، ڏڪويل ماڻهو**
13. **ڏتڙيل ديس جي ڪهاڻي**